ارپڻ ..............



امڙ، فاطمه، صاحبان کي......
اڳڙي سچ کان ٻچڻ لاءِ جن
سمي کي ٻيهاري رکيو آهي!

ٻاري، دڙڳان، ڏنيءَ جي اڏ صدي اڳ وارين
ڪنيون ڪيل منين سمرتين کي
ٻراڻي ڦاڏل ٻڪرار واري ٻوتيءَ ۾ ٻوئي رکڻ سان!

## ۽ ٻول پپيجل ٻولي......!

اڄ ساڄن انگ لڳاءِ جو ڄڀيو ڇَلُ ٿي وڃي
هردي جي پيڙا، ديهه جي اڳني سڀ سيتل ٿي وڃي

- سهڻي، سلوڻي، سڀاڄهي، ساٿيهه جي سڪ ڀري ههڄ هردي جي ويوڳ پيڙا ۽ ديهه جي ڏڏڪندڙ جوالا کي سيتل ڪري ڇڏيو آهي.
- محبوب ملڪ جي مٽيءَ ۽ منڙي مهراڻ جي جل انگ-راڳ کي موج ڀري مستيءَ ۾ مخمور ڪري ڇڏيو آهي!
- ساقي ۽ شراب عمرخيام کي ته ٿوري وقت لاءِ بهشت جو سنگيت مڻ سُر ڪرائيندا هئا، پر مون مؤلائيءَ کي تہ سرڳ مڻ سنڌڙيءَ جو سُر ڪرڻ لاءِ نہ ساقيءَ جي لوڙ پيئي آهي، نہ شراب جي، ڀوءِ بہ جنهن سنگيت ۾ کوهيو رهيو آهيان، جنهن نشي ۾ مخمور سو سوَن سرن ۽ مئخانن کان گهڻو وڌيڪ رهيو آهي.
- شل چرڪال تائين ائين ئي کوهيو رهان ۽ انت ويلي بہ سنيهه مڻ ساٿيهه جو سدورو نالو مک تي هجي، بس... ٻي ڪا تمنا ناهي!
- ٻيو جنم بہ ان ئي موڳي مٽيءَ ۾ وٺڻ ٿو چاهيان. نہ ڪيهيم جنم مرڻ کان مڪتي. بس، مسڪين مليو ۾ وري وري جنم وٺان ۽ هن جنم جيئان اڌ ۾ وڇڙجڻو نہ پوي.
- ئي سال اڇي ٿيا اُتان موڻئي، پوءِ بہ اُهو پل ناهي، اُها گهڙي ناهي، جڏهن ننڍڙين ننڍڙين ڳالهين، مڻين

مٿي سمرتين، هرديه ڪنول جي تارن کي. ڇهيو
ناهي، من کي بيچين بڻايو ناهي.

- اُهو ڏينهن خالي ناهي جو ڪنهن نه ڪنهن جي پياس نه بجهائي آهي. سند باري ۾ پڇڻ کان لوڪ ننڍا ٽڪجن ۽ هيڏانهن ٻڌائيندي ٻڌائيندي ماڻ نڪو ٽڪجان. گيتا جي پاٺ کان وڌيڪ سک ۽ شانتي تي ملي هن پاٺ ۾.
- فلم بند ڪرڻ لاءِ دوست ڏاڍا ڪاهي آگره ڪندا رهيا ۽ ڪمزور نظر ۽ بيماريءَ جو بهانو ڏيئي ٽاريندو آيس. انته ڪرڻ ۾ اهو به انديشو هو ته ڪٿي فلم ۾ بند ڪرڻ ڪانپوءِ شايد وطن وسري نه وڃي!
- لکمي ڪلاڻي ته اصل للهي پائي پنيان پيو. مجبورن مختصر سفرنامو 'رچنا' لاءِ رچي موڪليو جو رسالي ۾ ٥ ۽ ٦ انڪ ۾ ڇپيو ۽ پاٺڪن ڪافي دلچسپي ڏيکاري. اهو هو رڳو 'ٽريلر'. پوري پڪچر ته هيءَ به ناهي. ڪانٽ ڪوٽ ڪرڻ لاءِ ڪٿي سلسلو به ٽوڙڻو پيو آهي. ڪارڻ نه پڇي توهان ته ان ڪڏن ڪوبن واري رستي ٿان ئي سفر طئه ڪيو.
- انگريزيءَ ۾ لکي رهيو آهيان، اُن ۾ ڪڏون ڪوبا گهٽ هوندا، اهو انجام رهيو. سينگاريل به وڌيڪ هوندو — رنگين چترن ۽ ڊزائينين سان.
- سو ڪان مٿي ته رنگين فوٽا ئي ڪڍي آيا آهيون ۽ ڪيترا چتر به ٺهرايا آهن. هن ۾ سڀ چتر نه ڏيئي سگهيو آهيان.

* وستار سان اليڪ جن هنڌن کي وياسين لڳو ٿي ڪيو آهي ۽ بهن پاسن جو متاثر ٿيو. جو نٿي چاهيو تہ تاليف بڪ بڻجي پوي. انهيءَ ڪري سنڌ جو هر ڳوٺ ۽ ٻين ۾ ٻيون ننڍڙو شهر ۽ ڳوٺ بہ ايترو عزيز آهي جيترو شڪارپور يا ڪراچي، پر سڀني جو وستار ڪرڻ ويهان ها تہ پنهنجين انيوتين سان انصاف ڪري نہ سگهان ها!
* ڪراچيءَ جي ڪلفٽن، حيدرآباد جي هيرا آباد، شڪارپور جي شاهي باغ ۽ سکر ساڌٻيلي جو هن دمغي. باقي نٿي جو ننڊ، نبي سر جي نانگ بلائن ۽ لڪيءَ جي لڪن جو ٻي دفعي ڀيرو تي سير ڪرائيندو سانوَ.
* ٻرپٽ ديوانا وقاندا آهن. سنڌڙيءَ جي ٻرپٽ-روڳ ۾ مبتلا مون بہ ڪٿ ڪٿ وقليو هوندو ۽ توهان بہ لکڻيءَ جي عبارت، ٻاهرئين آڊمبر وغيره جي ڪميءَ طرف ڌيان نہ ڏيئي، بس متوالي ميرا جيئان ٻرپٽ ساگر ۾ ڪوهجي وڃو......
* ۽ هي بيجل تہ ٻاڪاريندو رهندو، ڪوئي ٻڌي يا نہ ٻڌي شاه جي هيءَ جهونگار..........

جاجڪ جهوناڳڙه ۾ ڪو عطائي آيو،
تنهن ڪامل ڪيدي ڪيرو، ويهي وڄايو،
تو در آئيس راڄيا، ٻيا در ڏيئي ٻن،
ڪهان جو ڪماچ سين، سو سڻ سياجهي ڪن،
جا مڱ منهنجي من، سا توکي معلوم سيڪا.

گ. ل. ڏوڏيجا
۸۲-۱-۲۳

## شڪرگذاري


ساٿ: چرنجيو هريش جو سهڪار ۽ سندر موتين ڪندڙ ٻه.

آڌار: هري موٽواڻيءَ جو دستخط سڌارڻ لاءِ.
مينگهراج ٽلريجا ۽ چندر جو سندر چٽڻ لاءِ.

سهڪار: چرنجيو پرڪاش جو ڪتاب جي رٿا ٺاهڻ ۾،
شيام ٺيڪجا جو ڇپائي ڏيڻ ۾.
رميش پاڻيا جو ڪمپوزنگ ڪري ڏيڻ ۾.

الساه ڏيندڙ: موهن ’ڪلپنا‘، ڀڳوان لڌاڻي، لڪمي، هيرو
ٺڪر ۽ هيرو شيوڪاڻي، راجڪمار ڇابڙيا،
نند جوهري، ۽ ٻيا پارکو متر.

ڪتاب: سنڌ جو سيلاني پاڳو ا. پيرومل مهرچند.

ڇپائيندڙ: ڏوڏيجا، سنڌي بلڊنگ، راجاواڙي،
روڊ ۷، گهاٽڪوپر، بمبئي ۴۰۰۰۷۷.

ڇپيندڙ: موهن پرانجپي ’پام پرنٽ‘ پونا ۳۰.

وڪڻندڙ: ’نوبل انٽرپرائيز‘ شوڪيگا چيمبرس
آپا بلونت چوڪ، پونو ۴۱۱۰۰۲.

•

جڳديش بڪ ڊيپو، الهاس نگر ۲.

## چتراولي



نقشهٔ سنڌ
اتر
اوڀر
ڏکڻ
ضلعو جيڪب آباد
ضلعو شڪارپور
ضلعو لاڙڪاڻو
ضلعو خيرپور
ضلعو نواب شاهه
ضلعو سانگهڙ
ضلعو حيدرآباد
ضلعو ڪراچي
ضلعو ٿرپارڪر
بدين
دادو
ڪڇ جو رڻ

## ٻين ڇاپي تي ٻه ٻول ٻيا......

هن سفرنامي جي ٻئي ڀاڱي جي ڪجهه ڪڙين مان ڪيترن پارکو مترن واچڪن پڻ موڪلي آهي انهن ڪجهه جهانڪيون هن ڇاپي ۾ ڏنيون آهن. ڪتاب سان گڏ ڪتاب رچيندڙ جي ٻئي واچڻ، اسانجي خيال موجب بي جاءِ نه ٿيندي......

پاڻ ڏاڏو بڻجي چڪو ۽ هنجو پٽ پوڙاڏو، پر پنهنجي پٽ لاءِ اڃا ٻه هو ريڙهيون پائيندڙ گوڏر ئي رهيو ۽ هيڏانهن هي مرگهه-مريچڪا روپي 'سڪيورٽيءَ' جي تلاش ۾ سرگردان رهندو آيو آهي گذريل پنجاه سالن کان! اهڙي سندس زندگيءَ جو وڏي ۾ وڏو مخول رهيو...... ڪاميابين سان ڀريل ناڪامياب، سک سان ڀري دکي ۽ ناسازيءَ ۾ لپٽيل تندرست زندگي جيئندي دائمي دوند سان جهنجهلائيندي هنجو سست قلم سجاڳ رهيو آهي.

١٥ ورهين جي عمر ۾ راماڻ مهاڀارت کان ويندي بلئڪ جاسوس ۽ شرت چندر پڙهي چڪو هو جو سندس پهرين ڪهاڻي ڇپي ۽ تڏهن کان سرسوتي چاهي لڪشميءَ سان آنک-مچولي ڪيڏيندو رهيو آهي، چاهي ڪيڏڻ جو وڏيڪ آنند سرسوتيءَ مان ئي مليس!

آرٽ طرف من جو لاڙو هوندي ٻه انجنيرنگ اول درجي ۾ پاس ڪيائين. چاهي ناهي هڪ خسيس فيوز ٻه نه سگهيو ڪڏهن!

سو ڪان مٿي الڳ الڳ وشئين تي رچنائون ڇپجي چڪس ۽ ٻارڙن ڪان مٿي پستڪ. هنجي هاسيہ مئہ گنڀيرتا پاٺڪن کي ڀانئجي ۽ گنڀيرتا ڀريو هاسيہ خود هنڪي! قدرشناسيءَ لاءِ ٻيھڻ ٻٽجي لکيائين ۽ قدرشناسي تيرط تي ٻيھڻ ٻٽجي پيو!

گرو – چيلاواد، گٽبندي، ڇاڇڪ پٽو وغيره جيترو سنڌي ساهت جڳت ۾ آهي سو شايد ئي ٻي ڪٿي هوندو ۽ هي شرت پڳت ان سڀڪان پري رهيو. انڪري 'جلوس' جي نظر ۾ مٿانئس دير سان ۽ سرسري پيئي.

ساسليوار، شڪارپور ۽ سنڌ تي 'هندواسيءَ' ۾ ليک، جاسوسي ناول، طنزي ليک ۽ هاسيہ ايڪانڪيون وغيره وقت بوقت شايع ٿيندا رهيا اٿس. ڪي رچنائون مرهٽيءَ ۾ به اُلٿو ٿيون اٿس. ناٽڪ به سٽيج ۽ ريڊيو تي آيا اٿس ۽ انعام به ڪٽيندو رهيو آهي.

آرمڪ سنسٿا جي 'منهنجو بهترين ناول' ڇپائيءَ ۾ آزمودگار وڏن مهارٿين جي پيٺ ۾ پهريون نمبر کٽي رڪارڊ قائم ڪيو اٿائين.

هيٺ ٻرٻچ آرتي اُتارڻ نہ لڳي، انڪري هتي ئي بس ٿو ڪيان.

– شيام ٻنيجا

هن ڇاپي ۾ ڪجھ درستيون ڪيون ويون آهن ۽ املاءَ به وڌيڪ آهن. غلطيون بوءِ به رهجي ويون هونديون، جنهن طرف ڌيان ڇڪائيندءُ تہ نہ صرف شڪرگذار رهنداسين، ٻہ ٻئين ڇاپي ۾ سڌاريون به.

# سنڌڙي تي سڏ

سفرنامه (ٻيون ڇاپو)

**گ. ل. ڏوڏيجا** جي تازي سنڌ ياترا

۲۰۰ صفحا، ۵۰ درلڀ چٽر، دلڪش ڪوَر    ۸-۰۰

”نـوَن مهنن جي اندر ٻئين ڇاپي جو ڇپجڻ ٻڌائيندو ته هي دلچسپ، پاونامه ۽ روچڪ سفرنامو لوڪن کي ڏاڍو پسند پيو آهي.“

ڀارت توڙي سنڌ جي ڪنب ڪڙڇ مان آيل پارکو مترن جي راين جون ڪجهه جهلڪيون......

”سنڌي آيا سنڌ ڏسڻ“ جي روپ ۾ لکي، ليکڪ سنڌي ساهت ۾ پنهنجي غير رواجي لکڻيءَ جي طرز سان ڪجهه سنو ۽ ڪجهه نئون ئي جوڙيو آهي. اهڙو ڪو صفحو ڪونهي جنهن ۾ پاونامه ڀڃجي رنو نه هجائين يا هو گدگد نه ٿيو هجي... - ڪماري پوپٽي هيرانندا ڻي

”شرت جي ’وڏي دادي‘ پڙهڻ کان ٽيهن سالن بعد منهنجي لاءِ اهڙو موقعو بڻيو آهي. ’سبزيڪتو‘ سفرنامو لکي پاٺڪ جي دل ۾ داخل ٿي ٿو وڃي ۽ تشبيهن ۽ آلنڪارن مٿان پهاڪا جڻ ته ڏراهي ڪائي مٿان لسيءَ جو ٻڪ......“ - چترو ناگپال (بنگلور)

”دل ڀڃائيندڙ سنڌ جا اڻ وسرندڙ نظارا ۽ يادگيريون اهڙيون ورنن ڪيل آهن جو مطمئن ٿيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي...... پڙهي کري مان ٻه سنڌ وڃڻ جون تياريون ڪرڻ شروع ڪيون آهن......“

- لکمي کلاڻي (ڪلڪتو)

’نه نفعو، نه نقصان‘ وارين يوجنائن ۾ ساهت کي جيئرو رکڻ ۾ اسانجو ساٿ ڏيو ته اسان...

١. **ڪتاب خريدي اسانجي جوکم تي:** گذريل پنجن سالن ۾ ڇپيل پنهنجن ڪتابن جو اسٽاڪ، ملھه ۽ صفحا لکي موڪليو ته گھربل ڪوانٽٽي واپاري شرطن تي روڪ خريد ڪبي رهبي.

٢. **ڪتاب خريدي توهانجي جوکم تي:** ڪوانٽٽي، ڪميشن ۽ مدو اوهانجو، پر ’سيل‘ تي. مدو پورو ٿيڻ تي وڪيل ڪتابن جا پئسا ۽ بچيل ڪتاب واپس ڪيا.

٣. **مٽا سٽا:** سٺي حالت وارا ڪتاب چونڊي اسانجي لسٽ سان مٽا سٽا صفحن موجب (بنا اشتهارن واري) ڪبي.

٤. **دان** اسانجي ٽرسٽ کي جيترو دان ڪندؤ، اوترن پئسن جا توهانجي پسند جا ڪتاب خريد ڪري توهانجي طرفان توهانجن دوستن درن کي خاص موقعن تي پنهنجي خرچ تي موڪليندا سي. دان جو انڪم ٽئڪس لاڀ اوهانجو.

٥. **نئون ڪتاب ڇپائڻ:** توهانجو ڪوبه ڪتاب (فاحش نه) پنهنجي خرچ تي ڇپبو جي اُنجون ٢٥٠ ڪاپيون ائڊوانس ۾ پوري اگھه تي خريد ڪندو.

کھڙي يوجنا توهان سان ٺهڪي ٿي اچي يا ڪا ڦيرڦار چاهيو ٿا ته احوال ڏيندا ته وڌيڪ تفصيل ۽ يوجنا ۾ شامل ٿيڻ جو احوال ڏبو.

# پستڪ سنڌو

نوبل انٽرپرائيزز، شو گنگا چيمبرس، ٻڌوار، پونا-٢

لوڪرام ڏوڏيجا

وساريو نہ وسرن، منهنجو وطن، منهنجا ماڻهو ٣٥-٠٠

وساريو نہ وسرن...... (ديوناگريءَ ۾ ٣ ڀاڱا) ١٢-٠٠

تلسي ڪرت رامائڻ (ڇهون ڇاپو) ٢٥-٠٠

شريمد ڀاڳوت (پنجون ڇاپو) ٣٠-٠٠

سنڌ جي سار (ٻيون ڇاپو) گ ل ڏوڏيجا ٥-٠٠

سنڌي آئين ڪٿان؟ " " " " ٥-٠٠

"اپنا اجنبي" (هندي) گريجا ٣-٠٠

"لائيف بامبي اسٽائيل" " " ٣-٠٠

حياتي هوتن ري (ٻيو ڇاپو) ڪلا پرڪاش ٥-٠٠

**پنڪ وچائين شنڪ** (ڪوتا سنگرهہ) ريتا شهاڻي ١٢-٠٠

سنڌي جڳت جي "ماڊرن ڊانس بئلي" سان پريچيہ ڪرائيندڙ شاعره.

سنگيت مئہ شبدن ۾ ڊائريءَ جا ڪجهہ ورق.

نثر ۽ نظم جو پيارو، منڙو سنگم.

"گيت رامائڻ" مرهٽيءَ مان سنڌيءَ ۾ انواد ڪري 'بئلي' جي روپ ۾ ڪاميابيءَ سان اسٽيج تي آڻيندڙ.

"سنڌي شاعريءَ جي آڪاس ۾ ريتا جي روپ ۾ اِڪ نئون ستارو اُڀريو آهي، جنهنجي جوت مون کي وشواس آهي، وڌندي وڌندي..." (دادا جشن)

پرڪاشڪ: ماڊرن بڪ اسٽال، ١، ايسٽ اسٽريٽ، پونو

## ١- ساٽيه سان سڏڪا

سڄا سارا ٻئيه سرءُ!

ڪيڏو نه لمبو عرصو وڇوڙي جو، ويوڳ جي ورهه جو...

وام ڪي ته چوڏهن ورهين جو بن ملبو هو، پر مون آياڳي ڪي ته هيڪان به اَڍائوڻو عرصو وڏيڪ مٽيءَ روپي مها جهنگل ۾ جدائيءَ جي ورهه - وياڪلتا ۾ ڪاٽڻو پيو آهي!

گهڻو- ڏول جو سميه ......

جڏهن پريان نظر آئي!

اُفق ۾ سمٽيل سج لهي رهيو هو، جيئن منهنجي زندگيءَ جو سج سميٽجڻ تي آهي!

سج جا ڪرڻا ڌرتيءَ کان موڪلائيندي وڏيڪ للشمان ٿي ٿا وڃن ۽ مان ڌرتيءَ سان ملندي ......

ڪن ۾ شاهه جو مڌر سر گونجي رهيو آهي:

’ڏاڍي ٽيڙم ڏيهن، ڪهه جاڻان کهڙا پرين،

ليٽ پرجي نيهن، پلٽيا پارون ڪري.‘

ليڪن جون ١٩٧٩ جي سدوري، سياڳي، سلوڻي سانجهيءَ مونکي منهنجي محبوب مٽيءَ سان ملايو آهي!

سدا سهاڳڻ شڪارپور جو سندر سروپ پسايو آهي.

من پرچي لو اُچي. ڪل ڪل ڪري وهندڙ ’سنڌ
واه‘ ڏسي من پرچي ٿو اُچي! پاڻ ڊوڪي نٿو سگهي
۽ چل چل ڪري آنسون وهي ٿا نڪرن ......

اُچرج ۾ پرچي ساڻ آيل چرنجيو منهن لڪڻ ٿو لڳي
ڪنور هرديه هن منهنجي پيءُ کي ڪاڪ هي ٿ
ڇا ويو؟ ويهن ورهين جو جوان پٽ سوچڻ ٿو لڳي
هنن نرموهي اکين ۾ آنسون؟

جذبات جي وهڪري ۾ سچ پچ ئي ايترو سگهارو وه
۽ ويندو آهيان. وڏي ۾ وڏي پيڙا به ڏاڍي ڏکيائي
سان ڏولئان ڪري سگهندي آهي.

ماءُ سمان پڦيءَ جي پرلوڪ پڌارڻ جي وڇوڙي ۾ پي
ر نوهوم ۽ پيو دفعو ’وڇڙيل‘ ماءُ سان ملڻ تي هيءَ ني
مان ’گنگا جمنا‘ وهي ’سيندوءَ‘ ۾ پوڻ آتي رهيون آه
سکر جي اُتر-اولهه ۾ ويهن ميلن تي آهي ’سد
واه‘ ۽ اُتان ٻن ميلن جي پنڌ تي شڪارپور!
متر جي جيب ۾ سکر کان هٿي پهچڻ ۾ منو ڪلاڪ م
لڳو آهي!



...يعا پهچڻ جا:

أمرتسر مان صبوح جو نوين بجي 'سمجهوتا-
ڪسپريس' ڇٽي ٿي!
بمبئيءَ کان جيتري پنڌ تي ڪلياڻ، تيتري تي لاهور
۽ أمرتسر- ڪل ملائي ٽيٽيه ميل!
ٽيٽيه ميل جنڪي راجنيتڪ نيتا ڪڏهن ڪڏهن ٽيٽيه
...ين ٻڻائي ڇڏن، پر اَج اِهي ٽيٽيه ميل ٽيٽيه فرلانگ
...ڙي پيا آهن، جنهنجو شرف ڀارت جي وديش منتريءَ
...ه اوترو ئي آهي جيترو پاڪستان جي پريزيڊنٽ کي!
... ايڪسچينج ۾ صرف ٻه سو ڏوڪر ئي ڪٽڻ ڏين،
...جا ٻه سو ٻٽيه پاڪ رپيا ملن.
أٽاري اِسٽيشن اَڌ ڪلاڪ اَندر اَچي ٿي وڃي. ريل
...اڌ ڀارتي ته اَڌ پاڪستاني ڪوچ. ڳاڙها ۽ ساوا ڪوچ!
...يم جي سفيد ٻه هجن ته ترنگو جهنڊو ٻڻجي پوي
...ءِ ٽرين!
...هت اِنجڻ بدلي پاڪستاني هڻن. لاهور جي فرسٽ
... ٽڪيٽ پنجويهن روپين ۾ ۽ ٽرڊ جي سٺين ۾ ملي.
... ڀارتي سرحد هتي پوري ٿي ٿئي.
مسافرن جا ٽپڙ لاهي پليٽفارم تي رکي، خالي ٽرين جي
...شي وني، اُنکي اَڳيرو ڇڪي وڃي بيهارن.
پوري اِسٽيشن ڪسٽم ۽ بارڊر سڪيورٽي فورس سان
...ل رهي. پاسپورٽ چيڪ ڪري، ٽپڙ چيڪ ڪن.

نيڻ چيڪ ڪري ڇهري جي لالائي ۽ ڪيسي جي گرمي!

مطلب ته خوب 'گول-ڪڙي' واري راند ڪيلائين ارچڪ- مزچڪ- ڏاڏا- ڏرچڪ- آڳا- هيڏڙو- نانگڙا- جوڳٽا- ڪاري- ڪٽي- ٻٽي- ڇٽي......

"ست سري اڪال سردار جي!" سک آفيسر جڏهن چڪاس وٺي پوري ٿو ڪري ته آرداس ٿو ٻڌائنس، "اڳو پوءِ ٻڌاءِ چئي، سچي پاتشاه! تو لاهور ۾ ڪا ڌرمسالا، گهر گرد وارو وغيره آهي جتي وڃي لهون؟ ڇاڪاڻ ته ٻه سو رپيا ڪٽي وڃڻ جي 'هيلڙي' وڏي پروانگي جيڪا ڏيو ٿا، انهن مان ته 'فاءِ اسٽار' هوٽل نه پري رهيو، ٻڌا- اسٽار لاج جو خرچ به نه پورو پوندو سو ڪيئن ٽائين ڪيئن پهچبو؟ ڇنمبين پد ياترو ونوبا ڀاوي به لاهور کان شڪارپور جي پد ياترا کان ڪن هٿڏو، سو وڃو ته ٽرين ۾ ئي پوندو ۽ ان جي ٽڪيٽ لاءِ به ته پيسا کپندا، ڪين نه؟"

"تسي باد شاهو، مسڪري هو جي..." هوءَ به مذاقيه انداز ۾ چوڻ 'فاءِ- اسٽارس' ته ڇا لاهور جون سڀئي ڌرمسالائون ۽ ٽڪاڻا اسانکيه 'اسٽارس' هيٺ سدا آهن ئي آهن، جو ورهاڱي بعد ڪڏهن به ٽڪاڻي ٽڙي جي چس ئي نه رهي آهي ۽... باقي رهي ايڪسچينج جي اڳ، سو مهن ڪٽي قيڙيان ٿو ۽ ٿورا کٽا رپيا قناقت بدلي ولد. سهنگلر ته لڳيندو، پوءِ ٻه ڇا جو؟"

موقعي جو لاڀ وٺي هانءَ جهل لاءِ ۾ ٿي سو پيا ۾
ي ٽو ونان ...
ڳورا پان، ڪجهه ٻيڙيون، ڪاجو، ڦوٽا، ڪارا مرچ،
ي وغيره ڪٿي نه آهي پر محدود انداز ۾ انگريزي
سٽر ۾ خاص دقت پيش نٿي اچي.
سنڌي نه ڪو پاڪستان وهندي نظر ئي نٿو اچي،
ولٽو يو. پي. ۽ بهار جا ماڻهو ئي نظر اچي رهيا آهن.
پنچولي آرٽ فلمس وارن لاهور ۾ فلمون ٺاهيون هيون.
ي، خزانچي، يملا جٽ، شيرين فرهاد وغيره.
سي واري ڪمپارٽمينٽ ۾ نهايت ئي روپوٽيون،
هيون ڳلوٽيون، مٿن مان رت ڇٽندڙ ٿي الوڪڪ
ريون پنچوليءَ جي نائڪائن رمولا، بيگم پارا، نجما
ن نظر اچي اکين کي ٺڏڪ پهچائي رهيون آهن!
”نمپا قل،“ اچانڪ وات مان نڪري ٿو وڃي.
پت پڇي ٿو، ”ڇا چيوءِ، ڊئڊي؟“
”ڪجهه نه، ڪجهه نه... پنجاب ۾ گهڻا سال اڳ هڪ
ڪاڏو هو، اهو ياد اچي ويو!“
پت کي هاڻي ڪيئن چوان ته هڪڙيءَ حسينا جي
يءَ جي اپار جي پيت ’نمپا قل‘ سان دل ئي دل ۾
ي رهيو هوس. سنسڪرت ته هن به پڙهي آهي، پر
، جيان ’اونهو‘ اپياس ڪيل ڪونه اٿس!
”ڪجهه به ڇٽو ڊئڊي، مونکي لڳي ٿو يا نه هي

ڇوڪريون پاڪستاني جاسوس آهن يا نہ پاڪستا
جاسوسي ڪرڻ وچ رهيون آهن. ڏسو نہ ڪيئن نہ
سيٺي جو پارٽ ڏانهن ڏيان ٿيون ڇڪائن!"

"اِنهيءَ ڪري ئي تہ جاسوس ٿي نٿيون سگهن
گهٽ - ڇو ڪي تہ هميشہ پاڪي مغز ۾ رکڻو پوندو آهي
سونهن سوپيا ۽ هار سينگار ۾ جيمس بانڊ جي نائڪائن
جيان سو بيشڪ لڳي رهيون آهن. مونکي تہ لڳي ٿو
هنجو واسطو فلم اِنڊسٽريءَ سان هوندو..."

ڊن ڪان بہ مٿي ڪاري پينٽ ۽ اِنچن جي چمڙي
جي بيلٽ ۾ سوگهي ۽ شرير جو مٿيون اُپار ٽائيٽ گلابي
سفيد ٽي - شرٽ ۾ ۽ ڳِلن سان آنڪ مچولي ڪيليندڙ وڏ
ايرينگ ڪنن ۾، پيرن ۾ چمڙي جو لانگ شوُ!

اِهو تہ ٿيو هڪڙي نازنين جو هار سينگار. ٻيءَ ڪي
'ٽپيڪل' پنجابي وڳو پيو آهي. نهايت اُڇي ريشم جو گهرار
۽ چولي. وڪش - اسٽائل چنريءَ سان ڍڪيل. ٽنهيءَ جا
وار تہ بلڪل ديسي نموني سينگاريل آهن، پر باقي سمورو
ميڪ اَپ مڪمل وديشي ڍنگ تي! منڪسي نما فراڪ
۽ وڏين ڪڙين وارو سئنڊل، ڪن مٿان ڏنگ تي گلاب...

ٽنهي اَپسرائن اَهڙي ڪا سينٽ، اَهڙو ڪو عطر لڳايو
آهي جو اُنجي مهڪ هيٺرو ٻريان بہ مگند ڪري رهي آهي!

اُکيون آهوءَ جهڙيون، نڪ آمي جي ڦار،
مُنهن برابر ماه جي، ڇا چشمن جي چمڪار:
لبن کي لالي لڳي، ڄڀن کي ڄوڏار،
پستان تنهن پريءَ جا، هئا عجب جنن اَنار.

سورڳ ۾ پهچڻ لاءِ ڪوئي رشي گهور تپسيا ڪندو هو اندر آسڻ لڏڻ لڳندو هو ۽ ديوراج اندر تپسيا ڀڳ ڪرڻ لاءِ اَپسرائن کي موڪليندو هو. ڪٿي هي بہ تہ ي اَپسرائون ناهن؟ سندر روپي سورڳ ۾ پهچڻ کان روڪڻ ريون؟ پوءِ تہ هنن کان پري ڀڄڻ کپي! ...

ياترين جي چڪاس اڇي پوري ٿي آهي. ٽي ڪلاڪ ٽي ويا اٿن. ڳوناٽيون زائفائن کي وڌيڪ حيران ڪيو وڃي. خاص ڪري مٽين مندين جي ڳالهہ تي. چشمي ۽ هڪ فريم ڀڳل ۽ ڀڳل لٺ جي آڌار تي بيٺل هڪ ير مسلمان چوي ٿو، ”بٺواري کي سمجهہ معلوم تو ٿا ايڪ هي قوم لوٽيگي، اَب تو سڀي لوٽ آئي هين. ون سي پي اؤر بغير قانون سي بہ ...“

هينئر پاڪستان جي سپرد ڪيا ٿا وڃون.

ٽپڙ ٽرين ۾ واپس رکي پنهنجن اَستانن تي براجمان ٿيون.

اَسانجي فرسٽ ڪلاس جي ڊٻي ۾ ٻيو ڪوئي ڪونهي. لسر مان هلڻ مهل هڪ ملٽري آفيسر ۽ هڪ شاگرد گڏ هيا هئا ۽ هينئر هنن جو پتو بہ ڪونهي!

اوچتو ئي هڪ ٻڍڙو شخص گاڏيءَ ۾ چڙهي ٿو ا
۽ هيڏانهن هوڏانهن جهاتيون پائڻ بعد چوي ٿو، ”گهٻرايو
ڪري ٿو سگهان، پر توهان کي تڪڙ نه ڪندس، بشرطيڪ..

”ڪارڊ هوندو آهي تڏهن به نه گهٻرائيندو آه
۽ هاڻي ته ڪوئي ڪارڊ به ناهي!“ چوانئو، ”
گهٻرائجڻو پيو به ته هڪ ٻڍڙي شخص کان ته گهٽ ۾ گه
نه گهٻرائبو!“

”نرگس ڪاٽيج جو خفيه عملدار آهيان. آفيم چ
وڃي رهي آهي، ڇاڪاڻ ته رواجي پئسينجر جي ته ڇا و
۾ وڏي تيمار جي به حال ته هوا بند ٿو ڪري سگه
بنده پرور ...“

ڪٿي سٽي ڳالهه جي ڳاٽي کي پڪڙي ٿو. مونن
محل هڪ جپاني وڏو ٿرماس هن لاءِ سوکڙيءَ طور آڻي
انچارج ڪري هن مان جند ڇڏايان ٿو. ڇپي نٿو سگ
ته سچ پچ ئي ڪو آفيسر هو يا ڪوئي اُٺاگير!

ٽرين هلڻ لڳي آهي. هيڏهن ’نرومندس لئنڊ‘
لنگهي رهيا آهيون.

ساڻ ساڻ گهوڙيسوار ملٽري دستو به هلي رهيو آ
ته ڪٿي ڪوئي ڌڙمي گنيءَ سان هلندڙ ٽرين مان
ملڪ ۾ گم نه ٿي وڃي.

واگها، پاڪ بارڊر، ونت ته ڪا چڪاس نٿي ٿ
ڪجهه ئي منٽ ساهي پٽي، ٽرين هلي ٿي، باقي لا
۾ اُتاريءَ کان به وڌيڪ سرگرداني ٿي ٿئي.

قلمي رسالا، أدبي مخزن وغيره اِئين چئي ضبط ٿا
ڪيا وڃن تہ هن 'پاڪ' ملڪ ۾ سياسي ۽ جنسي
ب تي بندش پيل آهي!

أميتاڀ بچن سنجيہ گانڌيءَ جو ڳوٺائي آهي، ديوانند
ي جنتا پارٽيءَ لاءِ همدردي آهي، آءِ. ايس. جوهر
جئہ بنگلا ديس' پڪچر ناهي آهي ۽ نرگس نهروءَ جي
ن تي نيرو هائي پارليامينٽ ميمبر بڻي وغيره وغيره
انسواءِ بہ کهڙي سياست هوندي آهي فلمي رسالن ۾؟

زينت أمان فيروز کي ڇڏي هنجي ياءُ کي جهليو
هي، گهٽيون ئي يعقوبيون ڪائي بہ يعقوب بار نٿو جٽي
گهي تہ لاچار تي جوٽس کي ٻيا در کڙڪائڻا ٿا پون،
مپل ۽ راکيءَ جو برو حال ڏسي بہ هيما شاديءَ لاءِ
ار تي وڃي، محمد غوريءَ جيان سترهن ڀيرا هارائي
سنجيوڪمار أرڙهين ڇوڪريءَ جي تلاش ۾ تو رهي
غيره وغيره 'سيڪسي' ڳالهيون ئي تہ هونديون آهن!

...ضبط ڪرڻ جو أصلي ڪارڻ ٻيو ئي آهي!

پاڪستانين کي نہ صرف هندي فلمن جي 'ڪريز'
ي، پر هتان جي فلمي مخزن پٺيان بہ جنسي لٽون آهن!
'فلم فيئر' ڏهين ريئي تہ 'اِسٽار ڊسٽ' وڪامجي
ڻهين!

أنهن ڏينهن ۾ ڀارت جا ڏک گهٽ پرڌان منتري
ڳجيون رام ۽ چرنسنگهہ ٻئي بيمار هئا، پر پاڪستان ۾
عنهن بہ هنجي خوش خيرو عافيت نہ پڇي، هوڏانهن

پروين ٻاٻي ته چڙيو، ٻر ساڙنا ۽ آشاپارڪ جهڙين هنڌي
خارج اَئڪٽريسين جي ڪٽن ٻلن جي خوش راضي ۽
ٻار ٻار دريافت ڪئي ويئي.

...نيٺوسنگهه ۽ رشي ڪپور جي شاديءَ جا فوٽا
ضبط ڪيل رسالن ۾ ڏسڻ لاءِ ڪسٽم آفيسر ميڙاڪو
ڪري بيٺا ٿا ته آسانجي جند ٻ جهٽ ٿي ڇٽي!
ويٽنگ روم ۾ اچي ٽانئيڪا ٿا ٿيون.

پهچ جو ڪارڊ بمبئيءَ پوسٽ ڪري جمعي وڃون
ٿا روهڙيءَ لاءِ ٽرين جي تلاش ۾.

"سب موتي چڙيو" ڪولي چوي ٿو، "ٻاٻوءَ جي
هٿن کي 'گريز' لڳائڻ جي دير آهي ۽ ڇپٽي وڃائيندي
روهڙيءَ تو پهچايانوَ!"

'پئسا ڦٽڪ، تماشا ديک!' شام واريءَ گاڏيءَ ۾
رزرويشن ٿي وڃي ٿي.

'پير عيسيٰ، پير موسيٰ، مگر ٽڙا پير پئسا!'

ٽرين ڇٽڙ ۾ اَڃا ٿي ڪلاڪ پيا آهن، ڏنيم مليو
آهي ته ڇو نه اُن جو سد اُپيوگ وٺون؟

روم جي در ٻاهران اوڪرو. ويٽل ڪوليءَ ۽ ٻرٿش
بيگ جي بخشيش مليل لمبين ٻانهن واريءَ آرام ڪرسيءَ
تي ٽنگون چاڙهي پڪيون ڪانيندر ريلوي ڪرمچاريءَ
کي اِئين چئي ته اِجهو آيا سي، ٿورو سامان جو خيال
رکجو، ڪسڪي نڪرون ٿا.

واپسي ٽانگو ڪري لاهوتي لاهور ڏسڻ...

# لاهوتي لاهور، مست ملتان

لاهور، اڳلو لاهور نہ رهيو آهي. شري رام جي پٽ
لوَ جنهن هن شهر کي اڏيو، سکن جي مهاراج رنجيتسنگهہ
جنهن جلوو ۽ جوهر وڌايس، اُنهن جا پويان نہ وڃي
چڪا آهن ملڪ ڇڏي ۽ ٻچيا آهن وڃي رنگين مزاج
شهنشاه جهانگير جا بي رنگ، بدمزاج برخوردار!

پنجابين جي رنگين مزاجي، الهڙپڻو ۽ شوخي نہ
ڄاڻ ڪيڏانهن گم ٿي ويئي آهي. هندن ۽ سکن جي
هلي وڃڻ سان سائي رنگ کي ڇڏي ٻيا سڀ رنگ ڄڻ
نہ هن نورنگي شهر مان لاپتہ ٿي ويا آهن.

"ٽانگا لاهوري، تہ گهوڙا پشوري!"

"ذرا هٽڪي... سنيل کي ڪڙيئي... تسي ما دي...
انکهين هئہ ڪہ ٿاڏي سالا ديکهہ کي نهين چلندا...
دي سڙڪ سمجها هئہ... ذرا بچڪي لونديا..."
چشڪي دار بوليءَ جي چاٽ چٽيندي انارڪلي بزار
پهچون ٿا.

چاليه سال اڳ ساڳيءَ بزار ۾ پتا جي ڪنهن آريہ
سماجي دوست جي گهر ۾ رهيا هياسين. پنجابي
ڀاڙيسوٽين کي پاڻ ۾ چونيءَ پٽ ڪندو ڏٺو هوم، اُن
جي ڌنڌلي ياد باقي آهي.

اُگ واري ڇهل پهل نہ هئي آهي نہ مال روڊ تي
زم زم توپ، جنهنکي ڪپلنگ پنهنجي ڪتاب ۾ مشهو
ڪيو، ميوزم ٻاهران پيئي آهي. قلعي اَندر اورنگزيب
جي اڏايل دنيا جي وڏي ۾ وڏي مسجد آهي. جنهن
۾ هڪ وقت ست هزار ماڻهو نماز پڙهي ٿا سگهن.

اِقبال روڊ، لٽن روڊ، مال ۽ اَنارڪليءَ جو بزاريو
ولائتي مالن سان پريون پيون آهن ۽ جيڪا ڳالهه
وڏيڪ اَچرج ۾ ٿي وجهي سا اِها جو اَڳيئين وز
اَعظم پنڊت، سندس زال نصرت ۽ ڌيءُ بي نظير جا فو
ڪلي عام وڪامي رهيا آهن.

اَجان پنڊي کي ڇڱيءَ ريت دفنايو بہ ڪونہ ٿا
پنجابين جي جرئت کي آفرين ڏيڻ کان رهي نہ
سگهان.

ڪئي ٽرنڪ جنم ۾ نہ اَٽڪي پئون، سو ٽرو
واپس وڃون ٿا.

* * * *

ڪمال جي ريلوي سسٽم آهي پاڪستان جي، اِ
بدو هو ۽ هينئر ڏسڻ جو شيُ اَوسر مليئو.

ڪولين جو رباب ڪنڊڪٽرن کان وڏيڪ ۽ ٽرو
مسافر فرسٽ وارن کان وڏيڪ سليقي وارا!

ماڻون پيو وري چانهہ نہ هڪ ٿي دٻي ۾ ٿي ڪلاس
در جي لنگهہ وٽ، بدا گدين واريون سيٽس ٽرو

تہ اَندر گدين واريون سيڪنڊ ۽ مٿي سمهڻ جي برٿ، فرسٽ ڪلاس!

سوپا-لمليٽ، چانهہ-ڪيڪ، سئنڊوچ-آمليٽ وغيره جي آمد صرف پليٽفارم تي ئي نہ، گاڏيءَ ۾ بہ پوري جوش، و خروش سان چالو آهي.

روٽي ڪاڏي ناهي، اِنڪري گرميءَ وچان اُبتا اچي رهيا آهن، سو چپو چورو ڪري، دريءَ وٽ ويهي آئيسڪريم کائي رهيو آهيان جو پاسي ۾ سيٽ تي ويٺل پنجابي پهلوان ڏاڙهي ٿو، ”اَبي، او موٽي سائين، اَپني سيٽ پر جاڪر کا... هماري سر پر ڪيون کڙا هئہ پڪوڙي دا پيءُ...“

تہ ٽڪر ۾ آئيسڪريم ختم ڪري پنهنجي سيٽ تي اَچي ويهانئو ۽ پسيني جو سٽيم باٿ وٺڻ لڳان.

آخر ٽرين هلي ٿي تہ جهاتيون پائي هير-رانجهي ۽ سوهڻي-مهيوال جو پيڙيو پاڳيو پاڪستاني پنجاب پسڻ ٿو لڳان!

سهيوال (مانٽگومري) پهچڻ کان اَڳ سج بہ رخصت ٿو وٺي. سوريہ ديوتا وڃڻ جي ٽڪر نہ ڪري ها تہ جيڪر سنڌو سڀيتا جي پهرين ڪڙي ”هڙپا“ چڱيءَ ريت ڏسي سگهان ها. مٿهن اُونداهيءَ ۾ صرف جهلڪ ئي پسي سگهيو آهيان.

سنڌو سڀيتا جي پاسبان هري-پاد، هڙپا نگر جي

ٻڌڻ چاهه پيئي ته دنيا جي اِتهاسڪارن ۾ تهلڪو مچي ويو ۽ اِتهاس جا اَڳلا سڀ ڪتاب ڦٽي ڪري، نئين سر ٻيا لکڻا پيا. هونءَ جو ڄاڻي ويٺا هئا ته پراچين سڀيتا سمير ۽ مصر تي اچي پوري ٿي ٿئي، سي ٿيوريون ٻٽ اَچي پيون ۽ گهڻي پراچين ۽ نهايت اُوچي منزل تي رسيل سنڌو سڀيتا جو ديدار ڪري هنن جون اکيون چرخ تي ويئون.

١٨٨٥ ڌاري ملتان ريلوي لاءِ لائين وڇائيندي پٿرن ۽ سرن جي تلاش ڪندي اَچانڪ هن مهان نگريءَ جو پتو پئجي ويو جيڪا ڏهن صدين کان زمين اَندر دٻي پيئي هئي ۽ گهٽ ۾ گهٽ پنج هزار ورهيه پراڻي هئي.

سن ١٩٢٢ع ۾ سنڌ لاڙڪاڻي ويجهو 'موهن جو دڙو' لڌو. ته اِها تصديق ٿي ته هڙپا ۽ موهن جو دڙو هڪ ئي سنڌو سڀيتا جي دين آهن ۽ راڄڌاني هئي 'موهن جو دڙو' ۽ هڙپا، موهن راڄ جو اُتر ۾ ۽ لوٿال، ڏکڻ گجرات ۾، مکيه نگر هئا.

ملتان پهچندي رات راطي به اچي ٿي پهچي.

هڙپا جيترو نه سهڻو، پر ڪافي پراچين شهر آهي هي ب. اِئين ته چون ٿا، پرهلاد ڀڳت جي پيءُ هرناڪشپ جي راڄڌاني هئو، مول-آستان جو بعد ۾ سڏجڻ ۾ آيو ملتان.

سڪندر جي ڏينهن ۾ ڪافي مشهور هو ۽ چڱيون ئي جدگيون هن شهر لاءِ لکيون آهن.

ڳچ صديون اَڳ اُتر سنڌ جو مکيه شهر ليکبو هو.
شهنشاه اَڪبر جي جيوني 'آئينه اَڪبريءَ' ۾ ٻه
خوب چرچا آهن هن ملن ۽ مولوين جي موالي مرڪز جي!
مغل زماني ۾ هدکي سنڌ کان جدا ڪيو ويو. پوءِ
ٻه ڪيتريون صديون باقي هندستان کي سنڌ، سان ملائڻ
جي ڪڙي ٻڻيو رهيو. هتان جي رهڻي ڪهڻي ۽ ٻولي
پنجاب کان وڌيڪ سنڌ جي ويجهو آهي.
ملتاني لهندا ۽ سرائڪي سنڌيءَ ۾ ٿورو ئي فرق آهي.
ٻمبئيءَ وغيره وڃڻ لاءِ ٻه هتان ئي وڃڻو پوندو هو
اِنڪري پاڪستان کان اَڳه ته سنڌين کي سڏيندا ئي
ملتاني ڪري هئا ۽ شڪارپوري شرافن جي هنڊي ته
اَڄ ٻه ملتاني هنڊي ڪري سڏجي ٿي.
پري کان ئي رنگارنگي مقبرا ۽ منارا نظر ٿا اَچن.
استنبول جي چڻ ته 'مني' ڪاپي!
باقي رات ٽرنگه وٽرنگه جي لهرن ۾ لڙهندي گذاريان ٿو!
سنڌو، سنڌ جي پوري وڇان اٽڪل ساڍي ٽي
سؤ ميل وهي ڪراچيءَ ويجهو ڪيٽي بندر وٽ سمنڊ
سان وڃي ٿي ملي. مهراڻ ڪري ٻه سڏنس، پر پرسڌ
اِن نالي سان ئي آهي، جنهن سنڌ ۽ هند کي نالو ڏنو...
رحيم يار خان وٽ ٽرين پنيرڪيءَ جو سنڌ جي
سڳنڌ پري زمين تي پير ٿي ڌري!
مڇي گوٺ، داندڪيءَ، ڏهرڪيءَ، ميرپور ماٿيلي،
پنو عاقل وغيره مان ٿيندا روهڙيءَ اَچي رسيا آهيون!

# سوهڻي

'پرين جي پيدان، مونکي جي جهلينديون،
سي نه پڇنديون.
پلي ڪري آئيو، نسارو نيهان،
سرتين سور پرائيا، هاڻي هن هنڌان.' (شاهه)

جنم ڀوميءَ جي پنت پاوني پرٿويءَ سان ڪنو، آڪاس منڊل ۾ سورج ديوتا به اسانجي آجيان ڪرڻ لاءِ اچي بيٺو آهي جڻ ته!

"ڪولي، سامان اُتارو!" پٽ عادت وس پڪاري ٿو.

"اڙڙڙ..." هڪي روڪيندي چوانٿو، "چڱو، اَدل ٽيڙ لاهه. اسان سورهه منٽ سنڌڙيءَ ۾ پهچي ويا آهيون، سنت!"

مزوري وغيره ننا چڪايون. ريٽائرنگ روم ۾ ٽيڙ رکائي باهر نڪري جنم ڀوميءَ جي مٽيءَ کي مٿي تي ٿو لڳايان.

هاڻ پوڄي ٿو اچي، پر پاڙي روڪي ٿو رکان. ڇو ماڻهن جو ڌيان پنهنجي طرف ڇڪايان؟ 'سينٽيمينٽس' جو نمائش ڪوڙو ته ڪرڻو آهي؟

اشنان باڻي ڪريون نه.

ريٽائرنگ روم ۾ پنجابي ۽ سنڌي ٽي. ٽي. پاڻ ۾ ڪنهن ڳالهه تي 'تون چاهه، تون چاهه' ڪري رهيا آهن. شايد ڪنهن رشوت جي قانڊيءَ تي مانڌاڻ مڃل آهي!

رشوت جي مهما اَپرم پار آهي. آزادي کان
ـلندي ٿي اَچي ۽ اَنت کان تائين هلندي ايندي. ملٽري
ـاج ۾ به اُن جي اهڙي مهما آهي جهڙي ڊيموڪريسيءَ
ـ. ڪميونسٽن جي به اُن ۾ اهڙي شردا آهي جهڙي
ڪئپيٽلسٽن جي. صرف نالا اَلڳ اَلڳ رکيا ٿا وڃن.
رشوتخورن کي پاڻ ۾ وڙهندو ڇڏي اَسان ٻيڙ کٽي ٻاهر
ـا نڪرون. ٻرِيان لٽسبائون پل نظر اَچي رهي آهي.
سکر لاءِ آٽو رکشا ڪريون ٿا.

رکشا وارو سموري روهڙيءَ مان گهمائيندو ٿو هلي.
ـوڙهين سڪوڙين گهٽين مان ڦڙ ڦڙ ڪندي آٽو ڪيندو
ـو وڃي. هڪ گهٽيءَ مان ڪوئي ڇت وهڻ تي مٿي
ـوئي آرام سان وڃي رهيو آهي ۽ رستو نه ملڻ تي
ـٽو واري کي بخيلي ٿي وئي ۽ ڇت کي ڌڪيون ٿو
ـاڙهي، "بيٺيا ڏاهري، صبوح مرداني خچر تي اِئين
ڪليندو ٿو اَچين جڻ راجا ڏاهر جي هاٿيءَ تي
ـواري اَچي رهي آهي. هٿ پري ڏيجان ته هٽڻ نه
ـڪ گڏي..."

"وڏيرا، پاڻ ڇت جات ڏاهر ٻاهر کي ڪو نه سڃاڻون ۽
ـڃو راجا به هي ميان خچر ته راڻي به اِهائي. مرجي
ـندس ته سري جاءِ ڏيندو، نه ته ڏيڻ سڃو بينو
ـون ڇت، ڦوسيٺا قبدڻ..."
هي ته جت ٿي! رکشا واري کي چوانئو، "تون ئي مر

ڪٽي سدورا، ۽ قديم پنٿي ڪـر ته پلي هي ديت نڪري وڃي.“

”خچر جي پٽ جي اسي ڪي تشي،“ هو ڏاڍي غصي ۾ آهي، ”مان جاهلن ڪي جاء نه ڏيندو آهيان....“

”پر مان ڏيندو آهيان!“ چئي ڪري ڪلندي ڪلندي جت پنهنجي خچر کي پاسيرو ٿو ڪري.

ڪل ۾ اسان به آٽوميٽڪ سات ڏيون ٿا، ڏيڻ ته آٿو واري ڪي به ڪبي، پر هو نٿو ڏي!

پيرن فقيرن، بيدل بيڪس جو هي پراڻو نگر اڄڪله سکر جي دبدبي هيٺان دبيل آهي.

نٿي بعد هتي ئي گهٽي ۾ گهٽيون قبرون قبا آهن. هندن جا سنت فقير به هتي گهٽائي ٿيا.

وسڻ گهوٽ، سائين ٽيئورام وغيره جا ٽڪاڻا ٽـرا به هت ئي آهن.

’روڙڪ‘ سنسڪرت ۾ چون وڏي پٿر کي. روهڙي به پٿر جيان موڳي، منجهيل پيئي آهي. لوهڙي ڪري به سڏنس.

سکر جي ذڪر ۾ درياه جي بيءِ پر مثاهين زمين تي آهي هي سـت شهر، هند هند نديون ٽڪرن ڪان گهريل واريءَ جا ڍڳ لڳا پيا آهن.

سيد رڪن شـاه انڪل ســت سؤ ورهيه اڳ بکر ڇڏي هتي آباد ڪيو هو.

سنڌ جي پوين راجا ڏاهر جي گاديءَ جو هنڌ اَلور
۽ ويجهو ئي آهي- قتل، پرپل، پرپانگ...!
سن ٧١٣ ۾ محمد بن قاسم کان ڏاهر هارايو ته جوڌس
لاڏي ۽ ٻيون سنڌي سورميون جيئري ئي چکيا تي
چڙهيون. اِئين ستي لڪڙيءَ جو رواج ۽ ڀرين سنڌ
مان ئي چالو ٿيو.
'ستين جو آستان' ۽ پاسي ۾ ئي آهي.
'وار مبارڪ' مسجد ۾ چون ته حضرت محمد جو
وار شريف رکيل آهي.
اَلور جي قتل بعد سکر، بکر ۽ روهڙيءَ وجود ۾ آيا.
ڪجهه عرصي بعد بکر ۽ ساسين سکالي ٿيو ۽ هاڻي
نگي ٿو ته روهڙيءَ جو وارو آهي.
پراچين سنڌ جا کنڊهر اِئين ته سموري سنڌ ۾ پکڙيل
آهن، پر روهڙيءَ ويجهو جان تان سرس ئي آهن. هاڪاڙو
ندي، سنڌ ۽ راجستان جي سرحد وٽ ڪجهه صديون
اڳ ۽ وهندي هئي ۽ پوءِ ليپٽ ٿي ويئي. سنڌوءَ جيان
وهڙيءَ جي آس پاس واري ڳپل حصي کي آباد ڪندي
هئي جنهن ڪري چڱائي شهر هن علائقي ۾ اُسريا ۽ اُڏاميا
ٻڌڪي ٽڪري ۽ ونجوٽ چاهي. اَلور هتان اَٽڪل
ي ميل اوپر طرف آهن.
بنارس ۾ وچي پراڻ تياڳرط پڇ ليکيو ويندو آهي
يئن سنڌ ۾ 'ستين جي آستان' تي پراڻ تياڳرط کي پڇ

ليکيو ويندو هو ۽ ڪيترين وڌوائن هتي اُچي ستي ٿينديون هيون. راجا رام موهن راءِ هندستان مان ستي لڪڙيءَ جو رواج بند ڪرايو ته هي آستان به پرپانگ بڻجي پيو. هيئر ٿڌون شادي شده جوڙو مٿو ٽيڪڻ ضرور اچي.

اَسانجي رڪشا هيئر لئنسڊائون پل تان هلڻ تي لڳي.

## لاثاني لئنسڊائون



هن پل ٺهڻ جي به ڪافي روچڪ ڪٿا آهي، جنهنجو ورنن ريلي جي 'بليڊ اِت آر ناٽ' ۾ به اَچي چڪو آهي.

وڏن وڏن فرنگي اِنجنيرن ڪافي مغز ماري ڪئي پر هتي سنڌوءَ جي ڪناري واري چنچل ريتيءَ کي ضابطي ۾ آڻي نه سگهيا.

ششدر ٿي جڏهن هارائي ٻاڦن ڪيائون ته ٽر جي هڪ ڪڇي راضي ناممڪن کي ممڪن ڪري ڏيکاريو.

جنهن وڏين اِنجنيري ڀڳن ڪم نه ڪيو اُتي هڪ اَڻپڙهيل ڳوٺاڻي ڪاريگر ڪمال ڪري ڏيکاريو. اِنگلنڊ آميريڪا جون ڊگريون مٿهن ٽڪينديون لڳي رهيون!

اُن رازي قسلمندڙ واريءَ کي قتڪائي قبل مست بڻايو.

ڪوي ٻيوس چيو آهي ته ”قدرت وارا تو سهسين
سج چنڊ تارا ترتيون، رڃ تيپي، رڃ ٽوٽي ٻيهاريون
ٿن ۽ ...“

هتي هن ڪاريگر جوشيلي جولان پربٽ سعدوءَ مثان
ي تسپي، رڃ ٽوٽي پل ڪڙي ڪري ڏيکاري!
وزن اُن پل جو ٽيٽيه هزار ٽن! خرچ آيو ماتر ٽيٽيه لک!
ڪشمڪيءَ جو آڪار ڏيئي، واريءَ کي اُهڙا وڙاڪا
ياريائين جو پٿر ڪان ٻه مضبوط بڻجي بيٺي اُها ريتي!
اَڄ تائين پل جو بنياد دريا، جي ڌڙڪن، ڏ ڏڪن
ن نه ڏڪيو آهي!
باقي فرنگين سو هن نل-نيل جي ڪلهگي اوتار
ان ور نه ڪيو.
پل جڙي راس ٿي ته اِنعام اڪرام ته خوب ڏنائونس،
هٿو-هٿو ٽري ته هٿ پير ڪپي جهنگل ۾ ڇڏي آيس.
سالن تائين اروڙ جي ٻيلن ۾ ڀٽڪندي، اَنگريزن
ي پٺيعدو پاراتا ڏيندو رهيو، ۽ آخر هڪ ڏينهن زنده-
رُ وٽ درياه ۾ ٽپو ڏيئي پنهنجو اَنت آندائين.
چوندا آهن ته پل پوري جي پوري تالي چابيءَ ۾ بند
ل آهي. تالو ڪولڻ سان منٽن ۾ اُچي سون درياه تيندي؛
ڪري چابي اَنگريزن، اِنگلنڊ ۾ وڃي سوکهي رکي آهي.
رکشا جي گهڙگهڙاهٽ ۾ به پٽ شونق سان هيءَ
ماڻهڪ وارتا ٻڌي ٿو.

# سَکَرُ

## ٣- سکر سونهارو

سويل ئي پهچي ويا آهيون.

نديءَ جي اولهه پر تي روهڙيءَ کان ڇهن ميلن جي سڌ پٽ تي آهي هي سيلوٽو گل ئي گلزار شهر!

ريگستان گهڻن ڪشالن سان پار ڪري اُن وقت جي مشهور شهر بکر ويجهو اڙٻنگ درياه کي ڇلانگون ماريندو ڏسي، محمد بن قاسم خدا جو 'شڪر' ميڃيندي، ''شڪر، شڪر'' هونڪاريو هو ته اِئين شڪر مان نالو پئجي ويو- سکر.

شهر جو نڪ آ گهنٽاگهر- جتي اچي رکشا مان لٿا آهيون.

سامهون ٿيٽر آهي. اُتي پڪچر هلي رهي آهي.

'پرديسي پريتم.'

نالو پڙهي بت ڪليل مشڪي ٿو ۽ مان بند ٿيل!

عجيب وڏ ميندا پر هوس! 'پر-گهرو مهمان سڪائي پاڻ؟'

شڪارپور جي 'پريتم' کي ڇٽي ته لکي هئي ته مون 'پرديسيءَ' سان سکر ۾ اچي ملج، پر هن جو پتو ندارد آهي. 'پرديسي' ته گهڻا نظر اچي رهيا آهن، پر 'پريتم' ڪٿي آهي؟

'پريم-پتر' منهنجو ڪونه مليو ٿو ڏسجي هنکي شايد.

ندستاني پوسٽ وارن کي ئي صرف جلهائپ جي
ڪ هتي ملبيل آهي ڇا؟ پاڪستاني ڇو پڙهي پون؟
ھچائيندا پاڻهي پريم سان مهنجو پتو...

سنڌ جي هن ٽئين نمبر وڏي شهر ۾ گهڙي ڪجهه
ير لاءِ وايون ٻنال ضرور ٽي ويٺون آهن. ائين ته ناهي،
آيو مڙس رانجهو، ته هرڪو تيو لانجهو؟'

جي پاڻکي رانجهو سمجهانٿو ته دل هارڻ نه کپي.
ون ۾ به دل وارن جي ديس ۾ اچي ڇا ايترو جلد
ل هاربي آهي؟

حيف ناهي اهڙيءَ دل کي؟ 'سمر جنين نه ساڻ،
وت حمايتي تميجو!'

دڪانن جا بورڊ پڙهڻ تا لڳون. حسيني روڊ تي
ڪ هندو نالو پڙهي اندر گهڙي تا وڃون.

بنا جهجهڪ جي وڃي دڪان مالڪ کي چوانٿو،
هندستان مان آيا آهيون، ادل! شام جو شڪارپور
نداسي، پر سکر گهمي پوءِ ۽ من تو بولي ته اهو
ماٿيندين به تون ئي!'

حقو بڪو ٿي تو وڃي. ممت ٻن لاءِ ته هيءَ وري
ٿهڙي آفت جو مان نه مان، مٿن تيرا مهمان!' پر
ت ئي سنڌي مهمانوازي هنجي سنسن -رمن مٿان
لب پئجي ئي وڃي.

خوب آجيان ٿو ڪري هو سکرو سکر پرش!

پٽ تي گهڙيا سين، ناني تي نڪتا سين!

اوپرو پرديسين کي پنهنجي گهر وٺي وڃڻ، انهن کي کارائڻ پيارڻ، شاندار موٽر ۾ پريان اوريان هند گهمائڻ. اهو سڀ ڪجهه، مشڪندي مشڪندي سنڌ جو سنڌي ته ڪري ويو، پر هند ۾ سنڌيءَ کي ته خير پر پنهنجي پريتم کي به جيڪر چوي ”آگي ٻڙهو.“

سنڌي ميزبانيءَ جي ساراهه جون سرڪيون دنيا ائين ئي نه پرينديون آهي!

يارهن ورهين جو هوس جڏهن سکر آيو هوس. انهن ئي ڏينهن ۾ هيمون ڪالاڻيءَ کي ڦاسي ڏني هئائون. سهڻي سالار کي سوريءَ تي چاڙهي شهر جي گرميءَ ۾ اضافو ڪيو هو انگريزن.

ڀڳت سنگهه، وير ساورڪر ۽ چندر شيکر وغيره انقلابين جون وير گاٿائون ٻڌي هن ڳڀرو جوان به مادري وطن لاءِ جان نڇاور ڪرڻ جو سانيو ڪيو هو. اڃا مڇن جي ريکه مس آئي هيس پوءِ به سر تريءَ تي کڻي نڪري نروار ٿيو هو ۽ ملٽريءَ سان ڀريل ٽرين اڏائڻ جي ڪوشش ڪندي پڪڙيو ويو هو...

منزل گاهه جو ممڻ به انهن ئي ڏينهن ۾ مٿو هو. مطلب ته ڪافي عرصي تائين هي ڏانڊلي شهر سنڌ جي سياستدانن کي سرگردان ڪندو رهيو ۽ اڄ سياست مان سنياس وٺي ساماڻي زندگي گذاري رهيو آهي.

ڊيش ڀڳت ويرومل بيگراج، پير علي محمد راشدي، هندو مها-سڀا ۽ مسلم ليگ، ڪانگريس ۽ جمعيت العلماء، ساڌ ٻيلو ۽ سيد ٻيلو... ڪوئي نہ ڪوئي جهيڙو لڳو ئي پيو هوندو هو.

سکر وارا جهيڳڙي فساد ۾ ئي نہ، ڏنڊي هنر ۾ بہ پنهنجي پيل ناهن!

اُنهن ڏينهن ۾ سکر معني بسڪيٽ ۽ بسڪيٽ معني جي. بي. منگهارام جو اِنرجي فوڊ.

بسڪيٽ وات ۾ جهليل منڊ منڊ مسڪرائيندڙ ڳاڙهي ڳلوڙي ٻالڪ جي اِشتهار سان سکر جون ڀتيون، سموري سنڌ جون پٽيون پريون پيون هونديون هيون ۽ اَڄ ’جي. بي‘ جو ماٺر نالو ڪارخاني جي چمنيءَ تي اوباسيون ڏيئي رهيو آهي ۽ ڪارخاني اَندر چُپ!

ائين مسلمانن بسڪيٽن جا ڪارخانا کوليا آهن سهين پر اُهو منگهارام وارو مزو ڪٿي!

جيئن گواليار سکر ٻڌجي نہ سگهيو، تيئن مولانش منگهارام ٻڌجي نہ سگهيو.

هولو، نيوند وغيره حلوائي جي شڪارپور سان لاڳي ويا تہ اُتان جي جڳ پرسڌ حلوي جو جس بہ ساڻ کڻندا ويا، تيئن بسڪيٽن سان ٿيو، نان کٽاين سان ٿيو، ڪلفيءَ ۽ لمليٽ سان ٿيو!

ڪاريگري ۽ ڪاريگر جي اوچتي جدائيءَ ٻنهي کي

نيسري چڙيو. سنڌ ۾ ڪجهه مال تہ رهيو، پر ڪاريگر جي هلي وڃڻ سان ڪاريگري ئي نہ رهي ۽ هند ۾ وڃي ڪاريگر ۾ اها ڪاريگري ئي نہ رهي!

گوڪل مان متوا جهڙي عاليشان شهر ۾ وڃي ڪري ڇا ڪرشن اهو نت ڪٿ بڻيو رهيو؟ يا هنجي هلي وڃڻ سان گوڪل جي ڪير مکڻ ۾ اهو سواد رهيو؟

آگري ۾ تاجمحل آهي. اُتان پٿر ڪٽي ٻاهر پئرس ۾ بہ وڃي هڻبو تہ ڇا اهو 'تاجمحل' تاجمحل بڻيو رهندو؟

سنڌ مان سنڌي هند ۾ اچيتو: هن جا آنيؤ، اُتيجنائون ۽ اَرمان بلڪل ٻيا ٿا ٿين اُن سنڌيءَ جي ڀيٽ ۾ جيڪو هند مان سنڌ ۾ اَچي ٿو.

آگري مان ٿي اَسانجو ميزبان بہ آيو آهي، پروانگي ورتي هئائين تاجمحل ڏسڻ جي پر هنجي دلچسپي تاجمحل ۾ نہ، پنهنجي گروءَ جي درشن ڪرڻ ۾ هئي. آگري جي ئي ديال باغ ۾ راڌا-سوامي گرو.

پاڪستان ٺهڻ کان ڪجهه ئي عرصو اَڳ ديال باغ واري گروءَ سنڌ جا گشت لڳائي ڪافي شش بڻايا هئا، انهن ڏينهن ۾ راڌا سواميءَ جي بياس واري شاخ، جنهن جو ستارو اَڄڪلهہ بلنديءَ تي آهي، اَڃان زور ۾ نہ آئي هئي. نڪي رجنيش، گيتا پارتي، سائين بابا، مهيش يوگي يا هري ڪرشن وغيره جو نالو ڌرم-ڪرم جي مارڪيٽ ۾ آيو هو. سنڌين لاءِ پرانت کان ٻاهر وارن

ڳڙن جو امپورٽ ورهاڱي بعد بند ٿي ويو ته لاڀ ٿي
ٿين. وڏيڪ ۽ وڌيڪ منجهڻ ۾ پارٽ ڦرائڻ کان بچي ويا!

هونءَ هر سال ٻاوِن ٻانيڻن جي هڪ ٻوڏ سنڌ ۾
ڏوڪي ايندي هئي ۽ ويساهه ويسوڙن سنڌين جو چڱو
صفايو ڪري ويندي هئي. سنڌو جيئن پنجاب مان ٿي
آچي ليٽي هيءَ ٻوڏ به اُتان ئي ايندي هئي.

سنياسي، اُداسين، نرنڪاري وغيره اُتر سنڌ جو
مارڪيٽ هٿ ڪري ويهندا هئا ۽ سکر ۾ ٻين پٽڻ وارا
هينين سنڌ کي، جيئن اُداسين جو گرو گڏگينڊور پنجاب
کان وڏيڪ سر جي سينين وٽ ئي گذارڻ پسند ڪندو
هو... هينئر نه ڪوئي اُداسين ٿو اَچي نه ڪوئي خوشين!
هندو يا ته لڏي ويا سادو مهاتمائن کي ياد ٿا ڪندا
.هن يا مسلمان پيرن فقيرن وٽ سجدا پريندا ٿا رهن.

سکر ۾ هڪ نوگزي پير جي درگاهه آهي ۽ ستاويهه ميٽر
لمبي قبر آهي، جنهن ۾ چون ٿا ته عربستان مان آيل ستن
پيرن مان هڪ دفنايل آهي. هندو هن مقام کي ڪافي
مڃين. سڀوهڻ ۾ هن وقت جيڪو اَن فتو مجاور آهي،
اَن جي ته هتي ستن پيرن اَڳيان هڪاره هستي ئي نه ٿي!
باقي ڇهه پير نسٽي، .روهڙيءَ، حيدرآباد وغيره ۾
پوريل آهن.

راجا وڪرم جو ڏرمي اَستان راجا ويو مندر به ديوسي.
هتي هر سال ميلو لڳي.

آدم شاهه جي ٽڪريءَ تي اُڀڪلهه ڪافي شهاڻو آدم وسي ويو آهي ته سؤ فوٽ لمبو جنهن ٺهڻ ۾ ١٢ سال لڳايا اُهو معصوم شاهه جو منارو بلڪل معصوم پاسي رهيو آهي!

ليو- ڪس پارڪ کي ليو- ڪس پارڪ ڪري جوان- جوانڙيون سڏن ته عشق محبت جي ابتدائي تعليم حاصل ڪن. هتي ڪافي سندر بنگلا، باغ باغيچا ٺهي ويا آهن.

ٽم جي چاڙهي، بڙاڻو سڪر، ماريچي بزار ڇاهي شاليمار، ريجنٽ، لشاط، پئراڊائيز وغيره ٿيٽر به رونگ ۾ ڏسي ٿا وٺون. پاڪستان انٽرڪانٽيننٽل، فاءِ اِسٽار هوٽل به!

ڪانءِ جي اَک تي نڪري.

اوطاق ۾ اَچي ويهون ٿا ته مٿ ڏينهن نٿري ته پوءِ پـريرين پاسن لاءِ نڪرون. سڪر بـراج، بکر، زنده پير، ستين جو آستان وغيره.

اوطاق ۾ اَئلؤن جي هندستاني فرج ڏسي عجب ٿو لڳي، پر معلوم ٿو ٿئي ته پاڪستان ۾ گهڻي پاڳي آهن ٿي هندستان جهون ٺهيل فـرجون. هندستان مـان پهريـن اَفغانستان وڃي، نيپال وڃي يا ايران وڃي ۽ پوءِ هتي اَچن. سڌو ڏنڊو ڪرڻ سان ٻنهي ملڪن جي اَهم ڪي نيس جو لڳندي! پـاڪستان مان بــه ڪيترين شيون خاص ڪري. ڪاڌي پيتي جون اِئين گهمي ڦرڻي هندستان ٿيون پهچن.

اَناج، سڪي ميوي، پسارڪي وغيره جي دڪانن مٿان اَچان ٻه هندن جو قبضو آهي ڇاهي اَصلوڪا ساڪرو ته گهٽي ياڳي ڇڏي ويا آهن باقي پير ڳوٺ، خيرپور ۽ ٻيئه پسگردائيءَ وارن اَچي هنجي جڳهه والاري آهي.

ڪپڙو، ريڊيو، ٽي. وي.، واچن، ڪتابن، پني ۽ اِسٽيشنري وغيره جي دڪانن مٿان مهاجر غالب پيل آهن. ننڍيون اِنڊسٽريون پنجابي ٿا هلائن ۽ وڏيون ڪوجا ۽ بوري. ٽرانسپورٽ سرحدي پٺاڻن جي هٿ ۾. ڪلو ڊنگري ١٥٥ رپئي، جيري ١٢٥، پستا سؤ رپئي، ڪشمش ٢٠، باداميون ٦٠، نيزا ٢٥، ڳچيون ٢٥٠ ۾ ملن ٿيون!

مني بسن، ٽئڪسين، بسن وغيره ملڪ جو ڪافي سنهنج آهي هن اُترسنڌ جي مرڪز ۾. ڇوويه ئي ڪلاڪ پنجاب، ڪوئٽيا، پشاور ۽ سنڌ جي اوسيرن پاسرن شهرن سان اَچ وچ چالو ئي آهي. حيدرآباد ڏانهن ته پنجين پنجين منٽين ۾ ڪونه ڪو واهن اِيندو ويندو ئي تو رهي.

نان - سنڌي پنهنجن اَلڳ دڪانن، اَلڳ بزارين، اَلڳ ويس وڳن ۽ اَلڳ بوليءَ ڪري هتي ڏٻيل، پر اَلڳ وجود قائم رکي سگهيا آهن. گراهڪن جي سنڌي سمجهي ته وچن ٿا پر ڳل ٽٽل سنڌي اِيندي هوئلس به ڪٽي پوءِ نه جواب اُردوءَ ۾ ڏيڻ پسند ٿا ڪن.

ڪتابن جي هڪ وڏي دڪان تي چڙهي ٿو وڃان ته سنڌيءَ ۾ معياري ڪتابن لاءِ پڇان ٿو. پهرين ته ٽارڻ جي ٿا ڪن پر پوءِ الائي ڪهڙو خيال ٿو اچين ۽ هڪ مٿئين طاق تان سنڌي ادبي بورڊ جا ٻه چار مدي خارج ڪتاب ڪڍي هٿ ۾ ٿمائن ٿا. ڪتابن مٿان چڙهيل مٽي ٻه مان لئي صاف ٿو ڪريان! ٻيهر ڪنهن ڪتابن جي دڪان تي لٿو چڙهان. پاڻهي شڪارپور ۾ يا ٻي ڪٿي ڪنهن سنڌي ڪتب فروش جي دڪان تي چڙهندس... جتي سنڌي ڪتابن مٿان دز جمع ٿيل نه هوندي ۽ مالڪ منهن ۾ سولڊ پائي نه ويٺو هوندو.

رازدار انداز ۾ نئين متر کان پڇائين، ”هتي ڇا ٿو جڏهن ٻه قائدي جي ڀڪڙي ڪرڻ لي سٺا سٺ ڪورا هڻن؟“

زوردار ٽهڪ ڇڏي وراڻي ٿو، ”ٽيليءَ مان ٽپ ٻڌائڻ ته ڪو اخبارن وارن کان سکي! ٽوهان وٽ جئين پبلڪ کي ’سٽارڻ‘ لاءِ ٽڪس جون ’ريٽس‘ وڌن، تيئن هتي ڦٽڪا هڻن ..“

”پاڻ سوڏو ته جڳ سوڏو، نازن سان پليل منهنجي پنيءَ کي لهر نه لوڏو!“

* * * * *

اڻ لڻ ته ڏاڍي لڳي پيئي آهي شڪارپور پهچڻ جي، پوءِ ٻه سکر جي آس پاس وارن هنڌن جو ته لڪڙ ۾ ديدار ڪرڻ لاءِ نڪري ٿا پئون.

# بَکَرُ

## بکر، ٽڪيرو

اَڪبر جي ڏينهن ۾ اُتر سنڌ جي گادي؛ جو هنڌ، اَڄ سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ ۾ درياه جي پيٽ ۾ هڪ ڙبون، ننڍڙو ٻيل ٻيٽ.

اَرغون راڄ ۾ اَڏايل قلعو ٻه اِئين يتيم ٻڙيو بيٺو آهي.

چوائي تي پوليس وارو جيئن چوڏول تي بيٺو هوندو آهي، ٻيٽ ۾ ٻکو جي ٽکري ٻه اِئين ٻڙجي پيئي آهي: اُتر ۾ اَتس سکر تہ ڏکڻ ۾ روهڙي. اولهہ ۾ ساڌ ٻيلي جو تہ اوڀر ۾ زنده پير جو ٻيٽ!

اَلور ڦٽو تہ ٻکر اُسريو. ٻکر ڦٽو تہ سکر اُسريو.

ٻکر تي ٻالو نهايت دلچسپ نموني پيو جو چون ٿا تہ عربستان مان سيد مکعي هت پهتو ۽ سنڌس ماڻهن پڇيس تہ مال ڪٿي لاهيون؟ اُنهن کي چيائين، "جتي صبوح جو ڏيگي جي رنب ٻڌو." عربيءَ ۾ صبوح کي 'بڪره' چون ۽ ڏيگي کي 'بقر.' سو هتي رنب ٻڌي مال لاٿائون ۽ اِئين شهر ٻڌو ۽ نالو ٻه پئجي ويو ٻکر.

'سکر ٻکر وچ ۾ لال جندو.' جند پير عرف زنده پير جو مندر سکر ۽ ٻکر جي وچ ۾ آهي.

# زنده پير

## زنده پير جوان ڪيئن خواجه خضر

خواج خضر جو ننڍو بيٽ روهڙيءَ ۽ بکر جي وچ ۾ آهي. خضر جون پاڻيءَ کي ۽ ڇڇامي موجب اَلور جي دلوراءِ ڪنهن سهڻي ڇوڪريءَ ۾ اک رکي ته هنجي پيءُ خواج خضر کي پڪاريو، جنهنجو نتيجو اهو نڪتو جو درياه اَلور کان رسي هن طرف وهڻ لڳو ۽ اِئين پهرين بکر ۽ پوءِ روهڙي ۽ سکر اُسريا.

هندو ورڻي اُڏيرولعل ڪري پوڄن. سنڌ ۾ ٻيا به ڪيترا آستان آهن جنجا اَلڳ اَلڳ نالا رکي هندو چاهي مسلمان پوڄيندا رهيا آهن.

سمي پوگر سنت کي سارڻ ڪري لال سائينءَ نصرپور وٽ درياه ۾ ٽٻي ڏني ۽ هن هنڌ اَچي پائي پرمانند جي ٻيڙيءَ کي ٻڏڻ کان بچايائين ته سيٺ اُن ياد ۾ ٿان ٺهرايو.

وڏن جي وڏي مهما نه ته نصرپور ۽ زنده پير جي وچ ڏيڍ سؤ ميلن کان مٿي فاصلو آهي ۽ اَهڙي جهڙي جو ڪم ناهي ايتري لنبي ٽٻي ڏيڻ...



## سنڌو ماتا جو چٽر

سڪو جندہ پير پراڻي سکر ويجهو هندن، مسلمانن جي ڪٽ پٽ ڪري ٺهرايو آهي.

آخرين سواس ڳڻينڊڙ هن پوتر آستان کي تقي ٿورقي پراڻ وجهڻ جي ڪوشش ٿي رهي آهي.

تان، چاهي آسي پاسي جي زبون حالت ڏسي وشواس ئي نٿو اچي ته هي ئي اُهو مشهور ۽ ڌارمڪ چاهي اِتهاسڪ آستان آهي جنهنجي باري ۾ هيترو پڙو آهي!

* * *

ٿاڪ منجهند جو ڪنوارِي چوري،
ٽڪ پڌي ٿي ٽڪ ۾ جانجي
سيمي تان ڪجهه ڪپڙو سيري،
جوين ڪي ٿي لڪ ۾ جانجي.

(منظور)

شايد شرڌانجلي پيش ڪرڻ جو اهو نئون طريقو مهاجرن اچي شهرواسين کي سيکاريو آهي!

پنهنجي زماني جي برک وڪيلن مان هو ديوان ۽ سنڌ-هند جا وڏا بئرسٽر به هن کان ڪن هٽندا هئا. مزمان خاني واري لئبرريءَ ۾ بيشمار ڪتاب هئس ۽ اڄ سموري حويليءَ ۾ هڪ به ڪتاب نظر نٿو اچي.

مزمان خاني ويجهو گڻيش مندر آهي، جتان گڻيش چترٿيءَ تي جلوس نڪرندو هو. اڄ اُهو مندر ته رهيو ناهي، پر گڻيش جو پٿر جو بت يتيم حالت ۾ اچا براجمان آهي.

پرين عزيزن وٽ لٿا آهيون. حويليءَ جو ڳپل حصو هنن جو آهي.

ٽبڙ ڪافي وڏو آهي، پوءِ به ڪلي دل سان آجيان ٿئي ٿي ايڪٽيه پاتي هڪ چله تي آهن ۽ ٽين چئين مهني هڪ اَڌ پاتي وڌندو آهي.

ڇوڪرا ۽ مرد هٿ ملائي ۽ پاڪر ۾ پيڪري آجيان ٿا ڪن، باقي هڪ جهلڪ پسي، ننڍيون نيٽيون ۽ نوڪرنيون پوتيءَ ۾ منهن وڌيڪ ٽيون لڪائي ڇڏن!

سوالن جي بوڇار لڳي ٿي وڃي.

هيترو ڪجهه جو مونکي پڇڻو آهي، اُهو اُني ئي ٿو رهجي وڃي ۽ بئي پيءُ پٽ نيتائن جيئان 'پريس ڪانفرنس' ۾ رنيجي ٿا وڃون!

ڊنر ۾ خوب قيما قباب آڻي اڳيان رکيا ئا ويچن.
وئشنو آهيون ۽ سي ٻ پئدائشي ۽ راڌاسوامي ٻ ناهيون،
پڏي ٻ وشواس نٿا ڪن!

ڪاڏي کان وڏيڪ آتُرتا پنهنجي گهر جي درشن
ڪرڻ جي آهي. ڪائيندو ته ۴۸ ورهين کان رهيو آهيان،
پر پنهنجي جنم استان جو درشن تہ هيٺون ورهين
ڪانپوءِ ڪري رهيو آهيان، اهڙي حالت ۾ پلا ڪاڏا پيٿا
ڪنهن کي ٿا سجهن؟

رات جا ڏه وڄي چڪا آهن، پوءِ ٻ ميزبان جي
پٺت کي ساڻ وٺي نڪري ٿو پوان. هنکي چوان ٿو،
”دلبر، هن اونداهي رات ۾ مان هلندس ۽ هلي توکي
پنهنجو گهر ڏيکاريندس...“

پوسٽنس، انگريز اِتهاسڪار، ڏيڍ سؤ ورهيہ اڳ
جڏهن هت آيو هو ته هي شهر ايشيا جو وڏو واپاري
مرڪز هو ۽ هتانجي شاهي بزار ۾ هن لنڊن جي بانڊ
سٽريٽ کان وڌيڪ چهل پهل ڏٺي هئي.

شرافي بئڊنگ جي هيڊ ڪوارٽر هن بزار ۾ روز
لکن جي ڏي وٺ ٿيندي هئي!

قافلي وٺ خراسان، سمرقند، يارقند، بلخ، بخارا،
بلوچستان وغيره جي مالن سان سٽيل اُتن جا قافلا اچي
پيهندا هئا. هاڻي هڪ اڌ توڏو اوپاسيون ڏيندو نظر
ٿو اچي.

## ۴- سرڳه جي الڪاپور ڪان سوائي

# شڪارپور

ڳئو ڏول جي ويلا!
پنهنجي منزل سان اچي مليو آهيان!
ها، جنني به اها، منٺار به اُها ۽ محبوب به اُها-
شڪارپور، شڪارپور — ۽ شڪارپور!!!

منهنجي اِڏيرتا پانچي، سکر کان ئي مون پنهنجي ولائتي جيپ کي تکو بڪايو هو.

عمر جي بعد مان آزاد ٿي ماروئي نهايت ئي تيز ڊوڙندڙ اُٺ تي سوار ٿي پنهنجي ملڪ لاءِ نڪتي هئي، پوءِ به اُٺ جون ۽ جي رفتار ۾ ڙڙهندو محسوس ٿيو هوس. ساڳيءَ ريت مون کي جيپ اُٺ جي رفتار ۾ ڙڙهندي نظر اچي آهي!

پنڌ وس مون سان ڳالهائي ته رهيو آهيان پر ۹، ۱۶، ۳۵ ۽ ۷۰ مليميٽر پردن تي ڇڄ ۽ ماضيءَ جون فلمون اکين اڳيان تڪڙو اچي غائب ٿي ٿيون وڃن…

چونڊا آهن انت ويلي زندگيءَ ۾ تي گذريل گهتناڻون
ظر ايندبون آهن. منهنجو به ڇا اَنت اچي ويو آهي؟
'جنميءَ' سان ملي جي بيو جنم ملي رهيو آهي ته
ن جنم جو پلي اَنت اچي...!
فضا خوشنما آهي.
لکي ڳوٺ کان اڳيرو واڇوڙو به کيچل مڇاڻن جي
ڪري رهيو هو، پر سنڌ واه تائين پهچندي پهچندي
ايومنبل ۾ اهڙي مدر منڊ ماتاني اچي ويئي آهي،
ڀهڙي منهنجي هردي ڪنول ۾!
ميرو، مايوس، منجهيل واه جو ڏيمي ڳنتيءَ سان
لمندڙ پاڻي پنت پاوني گنگا مئيا جي جل کان ٻه
ڏيڪ پوتر تو لڳي.
لسرائيل تلاءُ ۾ ترڳندڙ ميٺون مانسرور ۾ موتي
ڳندڙ راج هنس کان وڌيڪ موهيندڙ پاسبون آهن...
ديوان مرليڌر پنجابيءَ جي حويليءَ ۾ اچي لٿا آهيون.
شڪارپور ميونسپالٽيءَ جو روح روان ته هوئي
يوان، پر شهر جي بهبوديءَ لاءِ به هن ڏاڍا پاپڙ ويليا.
ر اڄ ديوان جي حويلي نهايت ئي زبون حالت ۾
ٿي آهي.
گنديءَ سر جا ڍير ائين ته پوري شهر ۾ لڳائي پيا
هن پر هت جان تان سرس ئي!

# سکر بئراج، سنڌ قرضدار



سکر براج

لئنسڊائون برج جي، دنيا جو اٺون عجائب آهي ته هڪ ميل ڊگهي هجڻ لائڊس بئراج بہ گهٽ اسرار ناهي.

سنہ ١٩٣٢ع ۾ جڏهن نهي راس ٿي ته خرچ آيو ساڍي چار ڪروڙ ۽ سنڌ جو تہ حال ڏيوالو ڪڍي ڇڏيائين.

لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس ۾ ور ور ڪري ميز تي مڪان هڻندي محمد علي جناح گانڌيجيءَ کي چيو هو، ”مسٽر گانڌي! بمبئي وارن ۾ تہ تنهنجي ٻڪري پالڻ جي بہ سگهہ ناهي، سو هي سکر بئراج روپي اڇو هاٿي ڪٿان پالي سگهندا؟ انڪري ڀلائي ڄاڻين تہ سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ٿيڻ ڏي تہ پنهنجو اٺو ڪٿو وڃي پاڻ ڄاڻن.“

۽ اڄ ويو گانڌي بابا ڳالهين ۾ قاعدي اعظم جي! سنڌ جو ڏيواليا پرانت بمبئيءَ کان ڌار ڪري بمبئيءَ جا مرهٽا ۽ گجراتي ليڊر ڪڇيون مارڻ لڳا.

ڪاش ڪوئي دوانديش جناح جي چال سمجهي سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ٿيڻ نہ ڏئي ها تہ سنڌ جيڪر پاڪستان ۾ وڃڻ کان بچي پئي ها...... اڄا بہ چنجي تہ پاڪستان ئي نہ بڻجي ها، خير، لکيو لوح للات جو مٽيو ڪيم مٽي!

چهاهن در آهن هن اديت ٻئراج کي، جنان ست
ه سنن سهاڳڻين جيان نڪري اُتر سنڌ جي ٻنجر
ين کي هريو ڀاڳيو ڪن ٿا.
١٨٤٣ ۾ جيئن ئي انگريزن سنڌ جيتي ته هن ٻئراج
ب ناهڻ جي رٿا ۾ لڳي ويا. جوشيلي سنڌوءَ جي
ڏيءَ کي ضابطي ۾ آڻي ريگستان کي آباد ڪرڻ لاءِ
ٿيرتي تپسيا ڪرڻي پيئي هئي فرنگين کي!
وچ سنڌ ۾ تازو حيدرآباد-ڪوٽڙيءَ وٽ ٻه ٻئراج
هي اڻائون ۽ پلي اُن تي هن کان ٻه گهڻو وڌيڪ خرچ
و آهي، پوءِ ٻه سکر ٻئراج جو شان نرالو آهي. سنڌ
ر هي مکيه 'لئنڊمارڪ' هڪ يادگار بڻجي چڪو آهي.
خئرپور، نوابشاه، سکر وغيره ضلعن جي بيابانن کي
يابانن ۾ هن ٻئراج بدلي ڇڏيو آهي ۽ ٻنجر، ريتلي زمين
ندوءَ جي سنن واهن ۾ روپهلو سنان ڪندي نورنيءَ
بئان خوشحال ۽ هري ڀاڳي بڻجي پيئي آهي!

* * *

ڏينهن ڪجھ ٿريو آهي. شڪارپور جو هيمئر وڌيڪ
ظار نٿو ڪيو وڃي. سڌيلي کي ٻي دفع لاءِ رکي ۽
زبان جي ڪينتري ٻــ آگره ڪـرڻ تي نه رکجي
ڪري ٿا پئون پنهنجي محب سان ملڻ لاءِ......
”ڏني ڏينهن ٿيام، ڪوه جاڳا کهڙا پرين؟
سهسين سج لهي، واجهائيدي ويام،
تنين سال ٿيام، جنين ساعت نه سهان.“

نوانوي سالن تائين انهن اُنن تان مال اُڏاهيندي
چاڙاهيندي چنڊاء لنب "ساميء" ويهي انهنجا شلوڪ
رچيا هئا ۽ ويدانت جون گتيون سلجهايون هيون.

۱۲۰ ورهين جي لنبي آيوء ۾ پهچي شهر کي
رسا تال کان پاتال تي پهچندو ڏٺو هئائين. سنڌين صديءَ
جي آخر ۾ جنميو، سموري ارڙهين صدي گذاري
اوڻويهين‌ء جي شروع ۾ گذاري ويو. ڪلهوڙن، ميرن
۽ انگريزن جو راڄ بدلجندو ڏٺائين...

ساميء جو پڙ هاٿيدر وٽ زبون حالت ۾ ڏٺائون.
شلوڪ لکي مٽڪي ۾ وجهندو هو، اُهي اچا ۾ ڪڍين
ڪنهن مهل زمين مان ملن ٿا. سنڌ جي هن وڏي ولي
جو مسلمان به اينترو سنمان ڪندا آهن جيترو ساڌ
سچل جو...

سٽول (ستور گنبج) جي اَن منڊليء وٽان شاهي
بزار شروع ٿي ٿئي. ان جي ٻنهي پاسن کان ڪپڙو
گهڻيون نڪري الڳ الڳ پاڙن، بڙن ۽ عورتن
وڃي تيون سمائجن.

گدگا جيئن الڳ الڳ هندن تي الڳ الڳ نالو سان
سڏجڻ ۾ تي اچي تيئن هتان شروع ٿي لکيادر ويندي
پوري ٿيندڙ شاهي بزار، ست ٻزار، صرافو ۽ ٻيڪ
بزار سڏجڻ ۾ تي اچي.

ڪات جي 'چبوتري' نما ڇت ويڪهل، مهڪ ٻزار

جڻ ته سموري ايئرڪنڊيشن ٿيل آهي. ٻاهر لُوُ پيئي
پوندي ۽ هتي تڏڪار ۾ ڪاروبار پيو هلندو. پوسٽنس
ڪان ته اڳ آيل جرمن سيلاني ڪئپٽن گولڊسمڊ به ان
اڏيت ٻزار جي ساراهه جون سرڪيون پريون آهن!
هينئر اُن 'عاليشان' زبون ٻزار مان گذري رهيا آهيون.
نه شراف جو، نه شراب جو ڪوهوڪ ته دڪان مظهر
ٿو اچي. چند سيڌي پاڌي، ڪٽائڻ سرڪي، پاڻ وڙين ۽
پان بيڙين جا هٽ سي نظر ٿا اچن. ننڍي ٻزار جي آخر
وٽ نيوند حلوائيءَ جو دڪان هوندو هو، اُن جي
سامهون واري گهٽي اسانجي گهر طرف وڃي ٿي!
وڙاڪا ڏيندي، شاخون ڦٽائيندي، گهر وٽ آڻي
پهچائي ٿي. لڪيدر پنيان ڻاڻارڪي گهٽيءَ ۾!
ٻاهريون رنگ روپ بدلجي چڪو آهي. 'رنگ
بدلا، مگر تيور نهين بدلي!'
اڳ در ٻه هوندا هئا. هاڻي صرف هڪ!
ٻئي مٿان پلاسٽر جو برقعو چڙهيل!
چار ماڙ مڪان جون ٻه مٿيون ماڙيون ٻه الائي
ڪيڏانهن اُڇلائي ڇڏيون اٿائون. پيم سين جڻ ته جڙاسند
کي چيلهه وٽان ڦاڙي ٻه اَڌ ڪيو آهي!
ٻاهرين اونده ۾ به اندر جي اُجالي سان سڃاڻڻ ۾
پل جي دير نٿي پوي!
بت بڻيو اُنجي سامهون بيهجي ٿو وڃان! تپسيا
سان جاڳي شوجيءَ جيان جڻ ٽيون نيٽر کليو آهي!

ماضيءَ جي فلم تمجي تي وڃي.
تمجي اُبتي تي هلڻ لڳي......

نم جو ڏنڊڻ وات ۾ وجهي، چاڻئت وت ويٺي،
لانگهائو چاتل سڄاتل سان هات-هلو ڪندي ۽ مٽن
مائٽن سان روح-رهاڻ ڪندي پياري پڦي نظر تي اچي...

اسر جو پرمانند پنباري ويندي چاچهنس ڪجهه دير
لاءِ ضرور هالت ڪندو هو. اڄ نه پڦي رهي آهي نه
سندس چاچو، پوءِ به ٻئي ساکيات نظر اچي رهيا آهن.

تورونئي اڳيرو هنجي چاچي جو گهر هو. ڪٿهري
وت موڙي تي ويٺي، پنگي جي نشي ۾ پڪيون
کائيندو ڪراڙو اچا به چِٽ نظر اچي رهيو آهي...

پنهنجي گهر جي مٽي مٿي تي لڳايان ٿو!
در بند آهي. رات جو وڳڙو! همت نٿي ٿي در
ڪڙڪائڻ تي.

سوچيو ته گهٽو ڪجهه هو، 'اِندر لوڪ' پهچي
پير پرا تي ويا آهن. الائي ڪهڙن ديوي ديوتائن
سان مڪاميلو ٿي؟

صدين کان سيني اندر سانڍيل آس پوري ٿي آهي
۽ قدم لڙڪڙائڻ لڳا آهن!

فقير کي قارون جو خزانو هٿ لڳو آهي، پوءِ به
پائي پائي پني رهيو آهي!

سنڌ جي گوهي ڏسي خدا کي شڪايت ڪيائون ته،

”جڏهن سيوهڻ ۽ سڀيءَ جهڙا شهر جوڙيئہ تہ دوزخ جوڙڻ جي ڪهڙي ضرورت پيئي هيئہ؟“

هيڏانهن مان!

سيوڻ ۽ سم سان سڄيل سوڙهيون گهٽيون، هٻس ۽ مونجهہ سان مرجهايل ماحول.... ۽ چوان ٿو، ”ڌرتيءَ تي جي ڪوئي سرڳ آهي، تہ هي آهي، هي آهي، هي!!!“

* * * *

سڄ اُڀرئي کان اڳ ئي اُٿي وري بہ گهر لاءِ ئي ڪري ٿو پوان!

اياز جو هي گيت گڻگڻائيندي......

”سکي! پيا کي ملين تہ چئجانءِ،
چاندني تو سوا نہ ٿيندي،
اچين تہ منهنجي اُماس ۾ آءُ،
چو تہ بي رات ڪانہ ايندي!
ڪڏهن بہ توتي دوار دل جا نہ بوتبا، تون پلي هلي آ،
بہ لڙڪ آلا ڪڏهن بہ هوندا،
مٺان چئين آجيان نہ ٿيندي!

ست بزار واري سڌي وات نہ پڪڙي، دادوائيءَ ان اندر ٿا گهڙون. سومائي نڪرن جي پاڙي وٽان ٿ لڙي، موچڪي بزار طرف مڙون ٿا. ٺانا ٺا اُتي ڪٿي هئا، هلڪو احساس ٿئي ٿو. پر باغ جي يليءَ ۾ ڪين خانچند جي حويليءَ ۾؟

پاسي اوڙي جي جڳهين کان وڏيڪ ڄيرڻ، ڪنهن پل ۾ ٻ ڌهي پوي، هڪ پراڻين پيرمرد سوديا-لمليت جي دڪانڙيءَ جي ڏڪاٽي تي ڏڙنڊڙ ٻڌيچ تي ڏڏي رهيو آهي. اُن ڏڏڻ ۾ ٻ هڪ عجيب پختائي آهي!

هنجي اکين جي چمڪ ٻڌائي رهي آهي ته شڪارپور جي ستجڳ ۾ پيدا ٿي، ترينا ۽ دواپر يگ جي دؤر مان لنگهي ڪلجڳ ۾ اچي پهتو آهي.

اُنمودتا منهنجي، اڏيرتا هنجي تي جاڳي! باغ جي حويليءَ جي بنيجن جي ٻ ته خانچند جي حويلي جي هندو جن جي ٻ خبر اٿس...

چش سان ويهي اوري تو جنم پومڙيءَ جي ويدنا، وره ۽ ولاس جي ودمينا!

آسراٽين جا آسرا ۽ اجها، آهوڄن جا آرامگاه ۽ آشيانه، جماٽين جا جماعت گهر ۽ جهروڪا، ٻجاڄن جا باغ ۽ بغيچا، لسان جا لالاني لتا، چاڙين جا چچا ۽ چٽ، ماڪيڄن جا محل ۽ ماڙيون...

وڏيون جاتيون، وڏا نڪ! مانجهي مڙس نه صرف ٻيل ٻال ۾ وڏا، پر دل جي دلاوريءَ ۾ ٻ... ۽ هاٺي؟

هوليءَ تي جا هنيوچي مچندي هئي ۽ شعل ٿيندا هئا، هاندي مهل جا مؤج مچندي هئي ۽ مستي جهومندي هئي، ميونسپل چونڊن مهل جو شراب جو درياه وهندو هو ۽ پگت ڪنور جي پگت مهل جو سڄو شهر نچندو

ـ اهو سڀ ياد ڪري پير مرد وري جوان ٿي ٿو اُٿي!
ڙن مران موج پري ميلاپي ماحول کي ماپائڻ ممڪن ناهي
ڇڪي ٻزار کان ڪاري نهائينءَ تائين ڪيڙ ڪاٻڙ ننڍين،
ن پڍرن وارو ’مائو‘ وسنار آهي. جنهنجي ’مائوسي تنگ‘
ن ڪائي نسبت ڪونهي!
بوداٽين جو ٻاڙو اُن کان اڳتي آهي. پوٽيندن،
شڪرين، نانڪتاين وغيره جا جيتامڙا هنڙا نظر ٿا اچن؛
ڪيٿلين، ماڪوڙن جون برڪيڊس...!
ءِ... ڳولهي ٿو لهان!
هن پول پليان مان ته گهر واري گهٽي اڇي ڳولهي
ي آهي.
بدريدات ڏام تي نهايت ئي ڪشت سان پهچي، پوءِ
مندر جي ڏيڍ هڪ پرڪرما، سا به پٺيءَ جي زور
ط ڪري ڏني هئي ۽ هتي ڪيترون ته پرڪرمائون
ونه ڏيان، پوءِ به ڇا دل ڀاپڻي؟
اڇا ته پهريون ئي صبوح ٿيو آهي. عليگڙهي مسلمانن
ن گهر والاريل آهي، انڪري در کڙڪائڻ جو سوال ئي
و جاڳي.

مون سي ڏنا، ماءَ! جنين ڏٺو پرينءَ کي،
ڪري نه سگهان ڪا، اُنين سنڌي ڳالڙي.

(شاهه)

بنيي جي پٺي چشمن تـي لاهي وري
ڪرتارت ٿيان ٿو...

پاسي ۾ هڪ سنهي گهٽيءَ مان شيشن جو پاڙو لنگهي اسانجي جڳهه جي پٺيان پاسي وڃبو هو.

اُن ۾ گهڙي ٿو وڃان.

چوانس ٿو، ”اڄ تہ مٺا... جنم جنمانترن جو سنگ رهيو آهي هنن شيشن سان، ڪائي ٿوروئي ويندا؟ پر جي ڪائي بہ وڃن تہ بہ پاڻ چڱو! سدا لاءِ وطن جي مٽيءَ ۾ ملي ويندا سين...“

اندران نڪرن ٿيون! هڪ ڏاڍي قداور ۽ ٿلهي ٻي بندري، پر وڏور مائي! قداور جي ڪڇ ۾ ننڍو ٻار آهي ۽ چيچ ٻي ٻار پڪڙي اٿس.

”هنومان-اڙي بابا، ڪرمون جنهنکي هنومان، هنون ڪري سڏيندا هيا! اُنجو پائٽيو ٿيان ني،“ پرين گلي سان پنهنجي واقفيت ڏيندي چوان ٿو، ”هندستان مان آيو آهيان، منهنجي اَمڙ...“

ڳڙاٽڙي پائيندي بندري امان چئي ٿي، ”چئہ ادل، شل گهورجي وڃانءِ! پل پل تہ ياد ايندي آ پاري، درڳان، ڏني... رام، ماڌو، لوڪو، هنون...... ڪاٿي آهن سڀ؟ شل جڙيا هجن......“

دنگ ٿو رهجي وڃان!

پل پر جي بہ ويرم نہ پيئي ۽ بنا ڪنهن ڪاما، فلسٽاپ يا سيمي ڪولن جي منهنجن سيني مائٽن جا نالا ٻڌائي

ٽي. سمرتين سان سيندا ٽمٽار پيا آهن، تڏي ته هيٺرن
ن بعد به ياد آهي سيڪڇهه، ڪنٽ تي آهن سيپٽي!
پريل هانوَ سان چوانٿو، ”پاري گذاري ويٺي آهي،
پ کان ننڍو ماڊو به، باقي ٻيا سڀ مزي ۾ آهن.
پ رکي هتان جون ڳالهيون ٿينديون آهن ۽ امڻي،
مه، پاپل، پنڊ، صاحبان، شمل، صالح جوء، پنڃي
......سيڻي کي ته ياد آهن هتي!“

زوريءَ وٺي هلپيون ۽ پٽر ۾ پيل هڪ چنل واڻ
ڪٽ تي ويهاري امڻي ور ور ڪري سيڻي جي
ن راضي دريافت ڪرڻ لڳي......

راڪاس جيان پاسندڙ شاهي پٽ اسانڃي بلڊنگ
بالن پوَلن ٻڪارن کان ڌار ڪري بيٺي آهي!

پٽ هوندي اسانڃي ڏينهن ۾ به هٿي، پر ٽالي ماٽر!

چار فوٽ اوچي ۽ وچ ۾ در هوندو هو جو ڏينهن پر
، ئي رهندو هو!

شيڪن جا ٻار ۽ زالون ريل ڇيل پيون ايندڀون
يون هيون ۽ اسان کي به هننجي ٻارن ۽ ٻڪرين
راند روند ڪرڻ تي ڪا روڪ ٽوڪ نه هوندي هٿي.
هو مومن ۽ اسان واٽيا، پر هاڻي ته ٻئي مومن
۽ پوء به......!

بنا در واري راڪاسي پٽ!
سوالي نگاهن سان اُن شاهي ديوار طرف نهارڻ تو

لڳان ۽ بنا پڇڻ جي ئي سوال جو جواب به ملي ٿو وڃي.

جست جي گلاس ۾ ڏڌ ڏيندي امني چئي ٿي، ”صاحبان، چري سمجهي ويٺي آ ته تون اچا اهوئي ٽڏڙو ريڙهيون پائيندڙ گيري آهين جو ويٺي آهي ٻڪري ڏهڻ...“.

واتسليه ۽ ممتا لاءِ سمي جي لنبائي، استان جي دوري ۽ ترم جي علحدگي ڪائي معني نٿيون رکن.

منهنجو ته نڍپڻ جو دلار جو نالو به ياد آهي، پر پاڙي ۾ رهندڙ هم-مذهب بهار جا آهن يا بلوچستان جا ان جاڻڻ ۾ به دلچسپي ناهي، نالي وغيره جي خبر رکائڻ ته پري جي ڳالهه رهي...

”ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور به اوڏا سپرين،
ڪي سنيهڙن نه ڪڍهين، ڪي نه وسرن مؤر!“
(شاهه)

پريل هانو سان موڪلائي، ٽڪڙا ٽڪڙا قدم کڻندو، مٽلي جي مٿن وارو رستو وٺي، ڪئپيٽال سئنيما واريءَ گهٽيءَ مان لڪيدر پهچان ٿو.

ناز ٿي سڏجي هاڻي ڪئپيٽال. جتين هري ولڀ پلازا. ’ماندو‘ جتي ناٽڪ تماشن جي مؤج مچندي هئي. ونائڪ راءِ پٽوردن، پيمسين جوشي وغيره پوني ۽ ٻين شهرن مان اچي ڪلاسيڪل ڪچا راڳ ڳائيندا هئا ۽ نرگس جي ماءُ جدن بائي ۽ الهاباد جي سمي بائي

ڪي نمري! اُن مئدان ۾ بہ هاٿي سئنيما هال
فشان، نهي چڪو آهي.

’ناز‘ ناز سان ڪڙي آهي. ٻيا ٿيٽر بہ سڏپئد تي ٿي
هن ۽ تنهي ۾ اُردو فلمون هلي رهيون آهن. ڪا بہ
ڪچر هفتو ڪيئي ويٺي تہ جڻ ميرُ ماريائين! ’بهارون
ل برسائو‘ ’هيرا پٿر‘ وغيره شاٽ-ٻاٽ-شاٽ هندي
من جون ڪاپيون ڪراچي لاهور ۾ جي گولڊن جبلي
هائن تہ هتي بہ چار هفتا هلن.

ٽڪيٽن جا نرخ شڪارپور ۾ صرف بہ ٿي. ڏيڍ رپيو ۽
ڻ رپيا. پر مزي جي ڳالهہ وري اها جو زالن کي صرف
ڪنيءَ ۾ ويهڻ ملي ۽ مرد هيٺ ستالس ۾. رات
ري شو ۾ مسلم زالون نہ وڃن!

ناٽڪ، اسڪولن ۽ ڪاليجن طرفان ٿي ٿين صرف ۽
ز ورهيہ اڳ جيئان ڇوڪرين جا پارٽ بہ ڇوڪرائي
ڻن! ناڪو لملتيائيءَ جو دڪان اڄ بہ دنگ تي وهڪ
ي هند لڪيدر جي پٽر ۾ آهي.

ٽنگ وانگي ڪندي، روز-واٽر سوڊا، امرت جيان
پ ڪندي ٽڙيل پکڙيل واءُ سواءِ ڪنو ڪيو آهي
۾ ويهي. جننيءَ جي جيوت جي وسريل-وڃايل
قن کي اُتلائيندي، اُنهن تان در هٽائيندي اڳلي
گ-روپ جي هاٿوڪي رنگ روغن سان ويهي
جيره ڪئي آهي.

ٻہ سؤ ورهيہ اڳ اَڏايل قلعو جنهنجو هاڻي نان ۽ نشان بہ ناهي، ان ۾ 'صديق جي ماڙي' نالي هڪ دري ۽ اَٺ در هوندا هئا، جن ۾ لکيدر جي چمڪ ڏمڪ ئي پنهنجي هوندي هئي......




'لکيءَ لک ڪمايا، هزاريءَ هيڻا،  
هاٿيءَ جي همٿ سان، خانپوريءَ ڪميا!  
ڪرڻ در ڪوڙو ٿيو، واڳڻو وريو،  
سوي در سائو ٿيو، نوشهرو نئون!!'

ٽي سؤ ورهيہ اڳ پنهنجي سوڀ جي خوشيءَ ۾ شڪارگاه ڪٺائي دائود پوٽن شهر ٻڌو تہ پهرين لکي ۽

ـڻ ڳوٺن جا هندو ۽ پوءِ پنجاب امرتسر جا به ڪيترائي
اپاري هن تجارتي مرڪز ۾ اچي ٺانئينڪا ٿي ويٺا.

ويهن صديءَ شهر کي پنهنجي پوندءِ ڏنو. رشيا جي
قلاب، ڪرنٽيا جي زلزلي ۽ سڪر جي براج هٿي سٽي
ڪيس. شراف به ڪراچي، ڪوئمبتور، بنگلور، بمبئي،
مدراس طرف نسڪرط لڳا......

تلوار ڪٽ مڇن، بيلين پڳڙين، ڦودنين ۽ ڏوتين ۾
ـڪيل مٽڪي سمان بيٺن وارن بنڪرن جي رنگين
ـائن جي رنگت ته گهٽجڻ لڳي، باقي ٻچين ڏاڙهين
ـارن بيرن، وڏين نوڪن وارن ميرن ۽ چڙيل چٽن وارن
ـيرن جي قائم رهندي آئي!



گهنٽاگهر لکيدر وٽ ساڳي شان سان اوچي ڳاٽ
ـئو آهي، ڪانگريس هلچل مهل بابو لالي، گولين

جي پرواهه نه ڪندي، اُنهيءَ چڙهي وڃي ٽرنگو ڦهلايو هو. ’ون يونٽ‘ خلاف مظاهرا ڪندي هتي ئي ڪيترا پاڪستاني شاگرد شهيد ٿيا آهن. ايوب جي مارشل لا راڄ مهل اولهه پاڪستان جي سڀني پرانتن کي ’ون يونٽ‘ بڻايو ويو هو. پنجاب ۽ سنڌ ۾ ٻين ڪمزور پرانتن مٿان هاوي پوڻ لڳو ته هو ٻه ٽنب مان سجاڳ ٿيا ۽ ڪافي جدوجهد بعد اڳ جيئان پرانتن کي قائم ته ڪيو ويو، پر اُن ڪراڙي چوٽ مان پار پوڻ جهڙو ٿيڻ ۾ سنڌ کي اڃا وقت کپي.

ٻلن جا پويه مڪان ٽاور سامهون کڙا آهن. ڏاڍيءَ هلنديءَ وارا هئا ٻلا. شهر ۾ اڃا ٻه ڪيترن هنڌ بجلي ڪونهي، ڊرينيج سسٽم ڪونهي، پر اَڌ صدي اڳ هنن پنهنجون لائبريون وڏيون هيون. اندر پرو هننجي پاڙي ۾ وڃڻ جي ڪنهن کي همت نه ٿيندي هئي، ٻوءِ پلي سنڌ جو مکيه وزير نه، ڪٿي مکيه جج هجي.

اُنهن مڪانن کان اڳيرو آهي ’ونگ‘. شهر اڏڻ مهل اَڏايل مسجد ٻه اُتي ئي آهي. جنهن ۾ قلعي اَڏڻ جو مهورتي پٿر ٻه رکيل آهي. رنگ روغن ڪري پڻ مسجد کي جوان رکڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

هوڙانهن ونگ پار ڪري ٽوائي وٽ شاندار شوالو هوندو هو، اهو اڄ اهڙيءَ دشا ۾ آهي، جڻ ته آهي ئي ڪونه! انهي اڳيان ئي هڪ ٻي ننڍي مسجد کڙي ڪئي وئي آهي!

سامهون حجامن جا پانڪرا هوندا هئا. پانڪرا ڇا،
ڇڄي ڪٺي ڪلڪتي جا ڪافي هائوسز! جتي ڏاڙهي
لاهيندي هندستاني هنيوچيءَ تي، وار ڪوڙيندي
سندي سياست تي، ته ننهن ۽ ٻيا واري لاهيندي
شڪارپوري شودن تي 'رننگ ڪامينٽري' ڏيندي هئي.

اڄ به اُهو حجام مارڪيٽ سالم بيٺو آهي. ٻروچڪي
ڇڄ ڏاڙهيءَ جو مرم به هڪ حجام ٻڌائي ٿو، "ڏاڙهي
روئي پاڻي پيٽ واريءَ کي پيارن ته جيئن دائيءَ بنا
سولو ويم ڪري اُٿي!..."

هڪ ڏورانهين سوٽ جي پريس ونگ وٽ اندر پرو
وندي هئي. اُتان هڪ لوڪل خبرن سان پريل هفتيوار
هني مهني نڪرندي هئي! هاڻي جيڪو مسلمان اها
پريس هلائيندو آهي سو شاه جي سوانح نامي ۾ ساميءَ
جي سلوڪن جا حوالا ڇپيندو آهي!!

پيو جاڻو اخبار نويس هو ٻلديو گاجرا، جنهڪي
بمبئيءَ ۾ ته مٿي ڪنهن جي فرصت ملي به ويندي
هي، پر شڪارپور ۾ نه ملندي هيس...

جگننات پبلڪ لئبرريءَ ۾ ڪڏهن ناياب پستڪن
جو خزانو پريل رهندو هو. لاهور جا اُردو ۽ گرمکي
ڪتاب، جيسلمير ۽ اجمير ۾ ڇپيل مارواڙي ۽ هندي
ڪتاب! بمبئي، ڪلڪتي، متراں لکنؤ وغيره جي
اهت سان پريل رهندي هئي، اڄ بيدل لئبري تي

سنڌي جهڙي ٻيڙيءَ ۾ ٻيڙيءَ لهرن وِچ ڌڪيون مارِي رهيو آهي!

عربي سنڌيءَ ۾ تہ هي شهر ڇپائيءَ جو سينٽر هوئي، ديوناگريءَ ۾ بہ پنهنجي ڀيال نہ هو.

’طوطا مينا‘ ’فيروز دل افروز‘ ’گل بڪاولي‘ وغيره قصا اڄ بہ انهن پريسن مان ڇپبا ٿا رهن، جتان ڪڏهن بولچند راجپال جو معياري رسالو ’سنڌو‘ نڪرندو هو يا گوبند پاڻيا، شيخ اياز وغيره ترقي پسند ليکڪن جو روڏي وادي ادب! ۽ هاڻي...

باراڻا رسالا، ڇپن ڇتون اکرن ۽ بلاڪن سان سينگاريل فلمي رسالا، اردو ۽ عربي اکرن سان لڏا!

’ادبي‘ ادب، ادب سان مڙوڙ شروع ٿو ڪيان.

ريگستان ۾ جيئن رڃ کي پاڻي سمجهي مِرگهہ ڊوڙندو آهي، تيئن سنڌي ساهتيہ جي مِرگهہ مريچڪا پٺيان مان بہ ڊوڙان ٿو.

اهڙائي ڏينهن ٿيا هوندا، منجهند جو لکيدر وٽان اندو منڊو ادب وٺي موٽي رهيو هيس جو ڪلهي تي ڪنهن هٿ وٺي هنيو.

”ڪير؟“ ڇرڪ ڀري پڇان ٿو.

”ادا سائين، سلام عليڪم! غلام ڪبير بہ آهي، ٻہ آهي پوڪ بصر هڪ وڏو خبر...“

سلوار قميص پهريل هڪ مسلم جوان کي هيئن

پاڻ کي ڪوسيندو ڏسي منهنجي چهري تي '؟' جي
نشاني '!' ۾ بدلجي ٿي وئي.
"ڇپوئي نه ادا، سائين، ٿن ڏينهن کان سائيڪن جو
پيڇو ڪري رهيو آهيان! ڇو، ڇو؟"
ڪوتوهل پري مشڪ مشڪندي پڇانئو، "ڇئين
و نه پڇئن تو، ڇو؟"
"او دستگير خير ڪندءِ، ڇيو نه مانوَ ادا دلبر نه
ڏو گڏه جو آهيان......"
"گڏه نه، خچر! ملا دو پيازه، تو ڀورين پاڻ کي
خچر ڪري سڏيو."
"اهوئي نه روئڻو آهي نه ڊيئر برادر، منهنجي اهائي
ٽرئجڊي آهي جو 'اي' کي 'بي' ۽ 'بي' کي 'سي'
سمجهي گڙٻڙ گهوٽالو ڪري ڇڏيندو آهيان. جيئن
سائيڪن جو 'بگ' بدل بول ڏسي ۽ ريڇالن وانگر
ٿر پر جي مٿي چاڙهيندو ڏسي ڀانيو نه پارٽي جاسوس
هيو......"
بڏي وڏو ٽهاڪو ماريان ٿو، "اوئي شاباش! ڪوئي
آهي جيڪو شرلاڪ هومز ۽ جيمس بانڊ جي پڳ ت
ويهاريم تو!"
"سچ پچ ٿي 'اوريجنل' گستاخي ڪئي آهي توهان
ب ڊپليڪيٽ ماڻهو سمجهي......انشا الله!" ڏاڍي
ر سان منهنجي ڪابي هٿ کي پنهنجن ٻنهي هٿن جي

پاڪر ۾ سوگهو ڪندي چيئو، ”تڏي سمجهان گناهه بخشئو، جڏهن منجهند جو ڦلڪي گراهي پارن سان ڪنو ويهي کائو. اوهانجي اچڻ جي خوشيءَ ۾ شام جو ڪچهري ڪنداسي ۽ يار دوست ڪنا ٿي پارت جي خوش خيريافت معلوم ڪنداسي......“

چيو، ”منجهند گذري چڪي آهي ۽ رات تائين مون کي چيني ن. ڌ. ڌ آمريڪن جاسوس سمجهي ڪاني تي ڏيڏر ڪارائي ’چيونگ گم‘ ۽ چوسڻ لاءِ ڏين... رهي پارت جي طبيعت جي ڳالهه، سا بلڪل او. ڪي. آهي! ڪوئي نزلو، زڪام نئس...“

”جيءُ خوش، جهان خوش! جڙين شال، وڃڙيل وطنيءَ کي وسارج ڪونه!“

”وساريندس ڪيئن پلا ويسر ڪاڏي وطنيءَ کي؟“ هنڪان موڪلائيندي چوان ٿو، ”هلون پلا، هاتيدر وڃڻو آهي......“

پر وات ألٽي پڪريون ٿا. واڳٽي در جي. ويسر جو اثر اسان تي به ٿيڻ ڪيي، ڪين نه؟

’اوم‘ اکر جي مهما بڌي آهي، هتي ’و‘ اکر جي مهما ڏسون ٿا.

هڪ گهر باهران لکيل آهي: وڪيل وليمحمد وڏيرو (ولائت واپس ٿيل)

اُن سامهون پسارڪي دڪان تي بورڊ لڳل آ:

واڻيو وليداس ولد وئنڪتواسي وئد ويڙهومل وليچا

نيين پر مان گهگهراين جي پاڙي، وڏا ڪماگر، چرين
ڻن جي پاڙي ۽ سوي در وٽان ٿيندي هتي آيا
ون. پياري سنگت، ٹنڊسال، ناٿو حلوائي، پوڪر
ابي، سومائي نڪرن ۽ نوپتي حويليءَ وارو وڇون
و وني خانپوري در وٽ پهچون ٿا. هتان خانپور
ن رستو ٿو وڃي. واڳڻي ۽ خانپوريءَ جي وچ ۾
ڙ در آهي، جتان ڪرڙ ڳوٺ ڏانهن رستو وڃي.

اسان اوڏانهن نه وڃي هيٺ لڙون ٿا سڪپل طرف!
، برسات ۾ به سڪي پاڻي ڪنو ٿئي. اڳتي
، هاٿيندر! جتي ڪڏهن هاٿي ٻڌا هوندا هئا. هتان
ي ٹنڊي، عيدگاه، صدر، هوپفل اڪيڊميءَ مان
ي 'رائبهادر اوڌوداس' اسپتال وٽ پهتا آهيون.
ڌداس جو پٽلو ۽ بورڊ تان نالو ته هٽايو ويو آهي، پر
ن جي دلين مان هن سخي پرش جو نالو هٽائي نه
يا آهن. اُتر سنڌ جي هن جس لوڪ جهڙي اسپتال
گهٽي ۾ گهڻو لاڀ مسلمانن پي ورتو آهي، جڏهن
قدر سنڌي مسلمانن کي ته آهي پر مهاجرن کي اهو
ڪونهي......

=هاٿيدر کان هزاريدر ويندي- ڀريان سڪپل تي نظر اچ



واپس مڙون ٿا هزاريدر طرف. سڌو لکيدر وٽا
نوشهرودر، صديقي ماڙي ۽ سوي در واري ڀرڪر
پوري ٿئا ڪيون.
ڪاري مٽم جو وڻم گهڙ ايشوري ٻائي ڪب
مهاوديالي، لوهڻن جو پاڙو وغيره هزاريدر وٽ ئي آهن
هزاري ۽ هاٿيدرن جي وچ واري شهر جون گهٽيون جايو
۽ زميون آهن سوڙن جون.
سومرو الله بخش هڪ سچو سورمو هو. هي شڪارپور
شيردل ته هوئي، سوجهه ٻوجهه وارو سياڻو سياستدان
هو. وڏن وڏن تيسمارن جا چڪا ڇڏائي ڇڏيندو هو

ح جهڙو حرفن مؤلا هن کان کن هٽندو هو. قومي
ا واري هن ليڊر ۾ ديس ڀڳتي ڪوٽان ڪوٽ ڀريل
. ڪوئي لوڀ، ڪوئي ڀؤ هن کي پنهنجن اصولن
ڏگمگائي نه سگهيو. هونءَ سياست ’آيارام، گيارام
سدا ڀريل رهي، پر هن ان کي شانائتو موڙ ڏنو.
ن ۾ به اوترو ئي پيارو هو، جيترو مسلمانن ۾.

ٻه دفعا سنڌ جو مکيه وزير ٿيو ۽ ٻي ڳوٺائيءَ، سر
حسين هدايت الله کي چٽيءَ جو کير ياد ڏياريائين.
يجيءَ جي سڏ تي خان بهادري ٺوڪٺا ڪيائين ته
وزيري به ڇڏٽي ڏنئين، پوءِ به ڪانگريسين دوکو
، ته به مرندو مري ويو پر جناح جي هٿ نه چڙهيو!
ليڊرن کي سدا پنهنجي پيٽ ڀرڻ جو اُنو رهندو آهي
ڪ هئي هو جنهن پنهنجي سنڌڙي، پنهنجي
ڪارپور لاءِ سڀڪجهه نڇاور ڪري ڇڏيو.

سنه ١٩٤٢ ۾ انڊيا وڏا ڳوٺ ٻوڙيندو ٻوڏ جو پاڻي
ڪارپور طرف وڌڻ لڳو ته هن ٻه نه ڪئي هم، نه تم
ءَ کي پنهنجي ٻنين طرف موڙي پنهنجا هزارين
ءَڙ برباد ڪري شهر کي بچائي ورتائين.

سام، دام، ڀيد سان جو تعصبين جي ور نه چڙهيو
خرين هٿيار ’ڏنڊ‘ ڪم آندو ويو. مئي ٤٣ ۾
ڪارپور ايندي وات تي هنجو خون ڪيو ويو.
سڄي ديس ۾ هاهاڪار مچي ويئي. رڌا ديگڙا
ين تان لهي ويا!

ڏاڍي تکڙي سائيڪل هلائيندي، پگهر ۾ شل ٿيا
’پرڀات‘ جو ايڊيٽر گاجرا سيٺي کي اها سنسنيخيز خبر
ٻڌائيندي وڃي رهيو هو.

چاچو ته ٻڌي سن ٿي ويو هو. هن جي هٿن ما
موگهرن جو هار ڪري پيو هو ۽ جيڪي اکر چيا
هيائين سي اڃا به ياد آهن، ”سومرو نه ويو، سن
ويئي! هاءِ ڙي بدنصيب سنڌي!!“

سورهيه سومري جي سنتان کي سر اوچو ڪري
گهمندو ڏسان ٿو. منگهومل سرتومل پرائمري اسڪول
جي پاسي ۾ هنن جا دڪان دڙا، جايون زمينون اوچ
ڳاٽ ڪري بيٺيون آهن، پر سنڌ جو سر هيٺ آهي
سنڌي ءَ جو سر جهڪيل آهي......

ڪڇو پاراٽو چاهي پڪو پاراٽو (ڪي. جي.) منگهومل
جي ئي اسڪول مان پاس ڪيو آهي. نئو پانيان
ههڙو شاندار پرائمري اسڪول سنڌ ۾ ٻيو ڪوئي هوند
ٻچا جن ۽ ٻين هندن جي چندي سان نه صرف اسڪول
جي شاندار عمارت ٺهي پر حاطي اندر چڙيا گهر به ٺاهيو
ويو. جهرڪيون، طوطا، ٻاندر، نوڙيئڙا وغيره ڏسي اسان
ٻار پيا ٽڙندا هياسين. سهڻو گلن ڦلن سان پرول بغيچو
به اسڪول ۾ هو جتي شانتينڪيتن جيئان ماستر
ڪڏهن ڪڏهن ڪلاس وٺندا هئا.

اڄ اڌ درجن ميٽائي پٺيون ڪلهي تي ڪٽي ويند
ٻار اچ نظر نٿا اچن.

ارد-گرد ٽانگا بيٺا هوندا هئا سورهان سينگار ڪيل
اڄ انهن جي جاءِ مال جي لارين ۽ ماڻهن جي
بسين والاري آهي. رنگارنگي رومالن، ربينين، چٽسالي

۽ گلن سان مالڪن ۽ ڊرائيورن انهن کي ائين سينگاريو آهي جو پنهنجين ڀينين کي به نه سينگاريندا هوندا...

* * *

شڪارپور ۾ ٽانگا ڪي الگ الگ ڏينهن تي جيڪب آباد، حيدرآباد، ڪراچي، لاڙڪاڻو، موهن جو دڙو وغيره مان ٽي آيا آهيون......



’قرب ۾ ڄڃهان ڏئي ڪوٺ ڪنواري مد سان نيڻ ٺري‘

# جيڪب آباد

## ٥- جبري جوالا جيڪبابادي

"عشقين، سڪر جي گرميءَ جون ويٺو ٿو ڪوڪان ڪرين، هل ته گرم شهرن جي شهنشاهه وٽ وٺي هلانءِ. اُتي سڪر سملو محسوس ٿيندءِ!" مٿر صرف چوي نٿو، پر سچ پچ اوڏانهن زوريءَ وٺي به ٿو هلي.

نتائڻ جي گهٽي اُي ڪيهان ٿو، "جون جو مهنو ۽ تون پاڻ ٿو چئين ته هن سال سورج ديوتا هئُن کان وڌيڪ اُداردل ٿيو آهي، پوءِ ڪهڙو برف جو ڪارخانو ورتو اٿيئي جو جيڪب آباد هاون؟"

پارو ١٢٣ فهرنائيٽ ڊگرين تائين به ڪڏهن ڪڏهن پهچي وڃي دنيا جي هن گرم ۾ گرم شهر ۾. لُوءِ وچان روز هڪ اڌ موت ته رواجي ڳالهه آهي.

ٻه ٻه ٽوماس برف جا پيري اسر جو پنجين اڳي شڪارپور مان نڪري ٿا پهون ۽ ٻئي ڪلاڪ اندر ٢٨ ميل طئه ڪري ڪرشڻ گر مندر جي آڳڻ جي چانون ۾ اچي ٽانيڪا ٽا ٽيون.

صبوح جو ڏهين کان شام جو پنجين تائين مشڪل ڪو گهر ڇڏي. ڏندو ڏاڙي شام کان اڌ رات تائين




غريب پٽ تي ريتي وڇائي گهر ۾ ٿڌڪار ڪن ۽ پهچنديءَ وارا برف، پنکن ۽ ايئرڪنڊيشن سان.

هندو ڪافي انداز ۾ آهن ۽ ڪافي سکي آهن. ڏالون ٻين ڳوٺن کان هتي وڌيڪ آزاديءَ سان گهمي ڦري سگهن ٿيون

”ڪنهنکي ’ريپ‘ ڪرڻ تي، بليڪ مارڪيٽ ڪرڻ تي يا شراب پيئڻ تي پڪڙي ڪلي عام ڦٽڪا هنيا ٿا وڃن ۽ اهي به اهڙا جو ماڻهوءَ کي ٻي نپوسنڪ بڻائي ڇڏن؟“ جيڪب آباديءَ کان پڇان ٿو.

”پارٽ جي اخبارن بات جو بتنگڙ بڻايو آهي ۽ قانون ٺهڻ کان اڄ تائين آگرين تي ڳڻڻ جيترن کي ٻي ڦٽڪا هنيا اٿائون.“ جواب ٿو ملي، ”هتڏن لاءِ شراب پيئڻ تي ڪائي بندش ڪونهي. ڪاڏي پيئڻ جون سڀ شيون سهانگيون آهن، صرف ڪنڊ ٥ کان ٨ رپئي تائين

بليڪ ۾ وڪامي ٿي. ايڪسائيز ۽ ڪسٽم جا نرخ ڏڪائيندڙ ناهن. نڪي سيلس ٽيڪس يا انڪم ٽيڪس وارن جو ڏهڪاءُ وينل آهي. وڌ ۾ وڌ انڪم ٽيڪس ۴۵ سيڪڙو آهي. 'ريڊ' کهڙي بلا آهي، اُن کان اڻڄاڻ آهيون، انڪري توهانجي پيٽ ۾ هتي بليڪ مارڪيٽ جو اِسڪوپ گهٽ آهي......"

ٽانگيءَ وارو باغ، گهوڙن جي نماءُ جو ميدان، اسٽيشن وغيره سڀ جي ـ ڪني ڪيڏڻ کان اگهه ئي ڏسي، نڪري ٽا ٻئون ۽ چوڻ جهڙا ٻه ٽا ٽيون ته دنيا جي جبري ۾ جبري گرم جوالا مان جون مهڻي ۾ لنگهي پار پيا آهيون.

تنهن وقت جيپ جي اُج مٿائڻ لاءِ چوپائي جانورن لاءِ کونڊ ۾ ڪنو ڪيل پاڻي ڇڻن پيرن واري مشين جي ريڊيئيٽر کي پيارڻ لاءِ رکجون ٿا ته ميزبان جو واقفڪار هڪ مدي خارج مسلم ليگي ٻه شڪارپور لاءِ لفٽ ونيئو. سلام دعا بعد سنڌ جي سياست کان ويندي پاڪستان جي پرديسي پاليسيءَ تي ٻن ڪان ٻاونجاه اکرن تائين پنهنجو رايو انگن اکرن سان ڏيڻ ۾ جنبي ٿو وڃي...

اسانجي ديس ۾ راج نارائڻ آهي، اُن جهڙو سمورو
ته نه، پر ڪجهه ڪجهه لڳي ٿو!

"گرگٽ جيان هيڏا رنگ بدلين! حيدوءَ جي پٽ علاموءَ اڳيان ٻڌيءَ گيس ڪري سومري الله بخش اڳيان

جانئا پرير— ٻڌي، ڳوٺائي آهيو، ڪجهه تہ سانڍيو،
ڇوڻا پاڻ ۾ وڙهي پورا ٿيو! پر ٻڌي ڪير ٿو! هڪٻئي
جا پاڻيا ڪيدي، ٿوري ٿوري لسٽ چيف منسٽريءَ
جي تہ ٻنهي ورتي، پر ملڪ ٿيو الله توڪل. ڪاڻ ڪي
ڙ ۾ لاپرو! سنڌي پاڻ ۾ وڙهندا ئي رهيا ۽ وچون ئي
اهريان اچي ڀالو ٻڌجي ويٺا. پاڪستان بعد تہ انهن جو
ڳوپوءِ مڪو مچي ويو. سڀني پيدگن مهاجرن کي جو
مفت ۾ واٽين جا محل مڪان مليا تہ هضم ئي نہ ڪري
سگهيا! شيشم جا در پٽي چلهي ۾ باه ٻاري ماني
پچايائون، گهر جا ٽيڙ ٽاڙيون تين وال ڪري پيٽ جي
اه ٻجهايائون ۽ سڦير سنڌ کي وڏيڪ سڄو سڪٽو ڪري
ڙتي پگڙي ويا... شڪارپور جي حالت تہ اڪين ڏٺي
ي، سڄي ملڪ جي اهڙي حالت آهي، اوپرن کي
ڪهڪاءُ پوندو ئي چو......“

سياست تان سنڌ جي آرٽڪ استتيءَ تي ڪڌهن
هڇي ويو انجي بيت ئي نہ پيئي، ”هن پاسي سؤ والن
ي جڳهہ نهرائڻ تي خرچ اچي ويهہ هزار، پر ڪراچيءَ
ان ڪان بہ ڇئوڻو! ڪمي ڪاسبي، راڙو سوتاو هتي
٢ رپئي روز تي ملي ويندو ۽ ڪراچيءَ ۾ سؤ ۾ بہ نہ
لندو. مسواڙيون ڳاٽي پگيون، پر پروردگار جو شڪر
جو پگڙيءَ جو رواج اجا نہ پيو آهي. هوٽل بہ اهڙا آهن
و روم جو ڀاڙو روزانو ٦٠٠-٧٠٠ رپيا ٿئي ۽ چانه جو

کپ ڏهين رپئي کان گھٽ نہ هجي. هڪ ويلو روٽي ڪاڻ تي هڪ ساڻو نوٽ ڏڦ ٿي تہ عجب نہ ڪاڻ ڪجي. ڪڪڪ ٿي تہ صرف هتي سستي آهي جو رپئي سوا ملي. باقي سڀداسي چانورن جو اگھ ڪڪڪ ڪان چوڙو! رواجي دال بہ ڇهين رپئي ڪلو. ڪير ٽين رپئي تہ گيهہ پنجويهين. باقي ڊالڊا ١٠-١١ م! ڊيزل ۽ پيٽرول جو اگھ پارت جهڙو. بجليءَ جا نرخ ۽ گئس جا اگھ بہ پارس جيڏان. ٽرين ۽ بس جو ڀاڙو ڪافي گھٽ آهي. ولايتي شيون بہ هتان ڪان ڪافي سستيون آهن. ولائت سان ٽڪر هڻندڙ للريبس پور جو ڪپڙو ٻي سئين رپئي وال. وڇين طبقي وارا واڻين ڪان وياج تي پئسا ڪڻي بہ اُچا ڪپڙا، چمچماتا جوتا، طرح طرح جون ڪسميٽ واپرائيندا ۽ ڪلو ٽي. وڃي. وٺي وڌيو جا سپنا ڏسندا. وياج وٺڻ ۽ رشوت ڏيڻ ڪي ڪفر ليکيو وڃي سو وڏا وڏا عملدار بہ وياج ڏيندا ۽ رشوت وٺندا! ٧٠-٨٠ رپيا وياج تي وٺي سؤ پريندا ۽ ڪنهن مهل تہ ساڳئي ئي واٽئي ڪان ٢٥-٣٠ رپيا رشوت وٺندا......"

"ڙي ٽاڙي! عساب ڇڪتو!!" هدسان ٽاڙي ملائيندي چوان ٿو، "جتي راجا ڪندو وايار ۽ رشوت ڪندي راڄ انجو بيڙو نہ سيڙ لي پهچدو ٿي. عق ٿي وبچارو چرچل چلائيندو رهيو نہ هندستاني راڄ هلائڻ جي لائق ناهن!

رت ۾ ته هن ڪان ٻه وڏيڪ دست اندازي آهي راڄ

ي ڏنڏي واپار ۾..."

"برخوردار، چئين ته سچ ٿو. ميان کهڙو چوندو هو،
ڪ دفعو پاڪستان سو ٻڌجي وڃڻ ڏيو، پوءِ ڏسو ته
ڪيئن نه واڻياڻين کي مٽڪو مٿي تي رکي درياه تان
ٽي پري اڇڻو ٿو پوي ۽ واڻين کي وياج واپار وساري
ي ۾ هر هلائڻو ٿو پوي! پاڪستان ته ٻڌيو، پر..."

منزل اچي ويئي آهي ۽ دلچسپ وارتا لاپ اڌ ۾ ئي
ڏڻو ٿو پوي!

* * * * *



# حيدرآباد

ڪين پاڪستاني ٻُرس !

* * * * * * * * * *




مني بس ۾ صبوح جو ڏهين بجي سکر ڇڏيو آهي. حيدرآباد تائين پهچڻ ۾ ڇهه ڪلاڪ ته واهه جو لڳي ويندا. سکر کان ڪراچيءَ ويندي-ايندي ڪجهه ڪلاڪ رکيا آهيون هن پاڪيٽ سائيز پاڪستاني ٻُرس ۾!

سکر ٻئراج پار ڪرڻ بعد خيرپور، گمبت، رانيپور، ڪنڊيارو، ٺاروشاه، نوشهرو، مورو، سڪرنڊ، هالا وغيره هڪ ٻئي پٺيان ايندا ويا آهن. بک اُج مٽائڻ لاءِ ڪٿي ڪٿي رکيا آهيون.

گمبت کان اڳ ڪوٽ ڏيجيءَ جا ڪنڊهر ڏسندا آيا آهيون.

ناروشاه ۾ نولکي واه جي ڪپن تي باغ سهڻا آهن
چن ۾ سنگترا جام ٿين. ڇهين ورهين جو هوس جڏهن
هتي ڪجهه هفتا چاچي وٽ اچي رهيو هوس.
سرڪاري انجنير هو، انڪري ڊيوٽي هتي لڳل هيس.
هتان منياريءَ بدلي ٿيس ته اُتي به ساڻ ويو هيس
هنسان ۽ اُن جي خوب سواري ڪري پنهنجا هڏ گڏ
پچايا هيا. منياريءَ بعد ڪوئٽيا ۽ لورالائيءَ! اُتي
ڪجهه سال رهي چاچو حيدآباد ۾ اچي ٽانئيڪو ٿيو هو.

پڍيا، پنبد عيدن، نواب شاه، شهدادپور، اُڏيرولعل
پيت شاه وغيره جا رستا هاڻ وي جي ڪابي پاسي کان
آهن ۽ نديءَ جي هن پار آهي للڙڪاڻو، لب درياه
وٽ موهن جو دڙو، راڌان، ميهڙ، جوهي، دادو،
خداآباد، بوبڪ، سيوهڻ، لڪي، سن، ٽلٽي، مانجهند
۽ ڪوٽڙي ۽ حيدرآباد جي گدو بندر سامهون!

'مني' بس جي 'مڪسي' پشاوري ڊرائيور وٽ
جيڪو 'مدي' ڪيسيٽ ٽيپ آهي، ان ۾ ميهدي
حسن جي غزلن سان گڏ آبدا پروين، جمن فقير ۽ مائي
ڀاڳيءَ جون سنڌي ٽيپون به رکي هلائي رهيو
آهي. پٺي پٺاڻ جي ٽيپ مان سنڌي آواز ڪجهه
هيسيل لڳي رهيو آهي!

هالا ويجهو واه وٽ بس بهارن ٿا. ڊرائيور، ڪلينر
۽ هڪ اڌ مسافر به ڪپڙا لاهي ڏوڪي ٿا پون واه ۾.

اسان کي ٻه پيگل ٽٽل سنڌيءَ ۾ سڏن ٿا، ”مئن آکيا اَڄ نه پاڻي وڄ سائين، ٽنڊيا ڻار پاڻي ڏسي ٿراوس ڏيئي ڇڏيندا. پيٽ کي گرم ريڊيئٽر کو فرج ۾ آکر ڊال...“

دل سڙکي ٿي پوءِ ٻه پاڻيءَ ۾ گهرون ٿا. سيٽل جل ۾ پير وجهي پٺاڻن کي سنڌي ڇوکرن سان کؤنس بازي کندو ڏسوس ٿا ويهي.

جنڊي کاشيءَ ۽ ٻين گهرو دستڪاريءَ کان مشهور هالا کان هڪ رستو پٽ شاه ڏانهن ٿو وڃي ۽ ٻيو هيٺ پرو لال سائينءَ جي اُڏيري لال طرف. اڃا اڳيرو برهمڻ آباد جا کنڊهر.

نواب واجد علي شاه جنتي ٻه پهچڻو هوندو هو، اُتي سندس حقو اڳم ئي پهچايو ويندو هو. اسان وٽ ٻه حيدرآباد کان اڳ حيدرآباد جا افعال پهچي رهيا آهن!

لسرات ڇوکرن جي ڳٽن تي جيئن پٺاڻ هٿ گهمائي رهيا آهن، پاڻيءَ ۾ هنن سان جيئن شرارت کري رهيا آهن، تنهن مان صاف ظاهر آهي ته......

بس وري هلڻ تي لڳي. ديوآنند اسٽائيل ۾ سيٽي وڄائيندي ڊرائيور پنهنجي ساٿيءَ کي چيئو، ”اُنان مينهان دا کيها ميلا؟ اوهه ڇرن پٽ ته اوهه ڇرن پيلا.“

نهاکو ماري هنجو ساٿي ٿو چئي، ”گئون سي هل چلي تو بئل کيون بساني!“

هي ڳالهيون ٻڌي ننديڻ جو حيدرآباد جو ئي هڪ واقعو ياد ٿو اچي. دراصل ننديڻ به نه ڇوڙ ڪيپي. اهو پار ڪري جوانيءَ جي چائنٽ ۾ گهري رهيو هوس. جنهن نولراءِ اڪيڊميءَ ۾ پڙهندو هوس ٻارهين سالين جو منهنجو ڀاءُ به ساڳي اسڪول ۾ پڙهندو هو. هو شڪل جو ڪافي سنڌر ۽ چڪنو آهي. ٻن ٽن سالن کان هنجي ئي ڪلاس ۾ وڏو هم ڪلاسي هنسان ڏاڍي ڪؤنس بازي ڪندو هو. اسڪول ڇٽڻ ڪانپوءِ ٻه پيڇر نه ڇڏيندس. چوندي پائي چوندس، ”ماتون، هٿ ئي ڪسڪي ٿو وڃي ني وري... الا ڙي مونجا شڪارپوري يار، ڳل ٿي ڪين نيوند ڄون قنديل پوريون........“

ڇوڪر برجستو هو ۽ هيڏانهن اسان ٻئي ڀائر ڪانچ ٽوڙ پهلوان. ڏاڍو پوسڙندو هوس. ڀاءُ سان هيئن ڇيڙڇاڙ ڪري، اُهو پسند نه هو، وري ڇيڙائي به شڪارپوري ٻوليءَ ۾ اهو ته بلڪل ناگوار هو.

• پر هنجي ڪؤنس بازي چالو ئي رهي. آتر سند جي ٻولي وچولي سنڌ وارن لاءِ سدا مخول جي وشئه رهي آهي، پلي پوءِ وچولي جا ئي ڀاشا وگياني ودوان چلائيندا رهيا آهن ته شڪارپوري ٻولي سنسڪرت جي ودڪ ويجهو آهي، ودڪ مني آهي، وعيره وغيره.

شڪارپورين لاءِ اها چوڻي مشهور آهي ته، ”شڪارپوري دال پوري، ڪنڌ ۾ ڪلي، پيٽ ۾ ڇري.“

هنکي نکاءُ کئي. گوڏ‌ي مان رت وهي ۽ نکنس ۽ پيچ لڳائي پٽي نڪتو.

اُهو ڏينهن، اُهو شينهن! داداگير جي داداگيريءَ کان سدا لاءِ مکتي ملي هئي!

پاتال نگر سڌيو هو سکندر جي زماني ۾ ۽ هتي ئي شايد کير جون نديون وهنديون ڏنيون هيون هن مهارتيءَ!

آخرين پير حاکم گاڏي خداآباد مان ڦيري آندي ۽ ميرن هڪان ڦيري. هوڏانهن انگريزن وري ميرن کان ڦيري. هاٽي وري ڪراچي سنڌ کان ڦيري، واپس حيدرآباد گاڏي ڦيري اڻائون.

اٽڪل سؤ ميل ڏکڻ ۾ اٿس ڪراچي ۽ سواسؤ اُتر ۾ خدا آباد. سکر ٢٣٨ ميل اُتر-اوڀر ۾.

سنڌي سينما جي سينٽر هن پراچين شهر کي وشٽو پراڻ ۾ نارائڻ ڪوٽ سڏيو اٿائون، جنهن اڳتي هلي پنهنجو روپ، بگاڙيو ۽ سڏجڻ ۾ آيو نيرن ڪوٽ.

حيدرآباد ۾ ڪلاس ٽيچر مليو هو خالص سنگهي. اُنعدي ويهدي پراچين آريہ سنسڪرتيءَ جا ڳُڻ ڳان ڪندڙ. هن کي خوش ڪرڻو هوندو هو تہ لکندا هئاسين نيرن ڪوٽ.

هڪ ڏينهن شرارت سجهي ۽ انگلش ۾ جو ليٽر لکڻ لاءِ چيائين تہ نيرن ڪوٽ لکي برئڪيٽ ۾ لکيو— بريڪفاسٽ (نيرن) ڪئسل (ڪوٽ)!

حيدرآباد جو نالو ڪيئن پيو ان جي بہ مزيدار ڏند ڪٿا آهي:-

نيرون راجا هتي راڄ ڪندو هو. هن جي ڌيءَ نگار نہ صرف حسن جي ڪاڻ هئي پر ڪاليءَ جيئان شينهن تي سواري ڪندي هئي ۽ چوندي هئي تہ شادي اُن سان ڪندس جيڪو مون جيئان جهنگل جي راجا کي پنهنجو وهت بڻائي. سنڌ ۾ تہ اهڙو ڪو شير مڙس هو ڪونہ پر انهن ڏينهن ۾ حضرت علي سنڌ ۾ آيو ۽ هن سان ڪنو شاه مڪئي بہ هو جنهن شير تي سواري ڪري هيءَ سونهن پري سير هت ڪئي.

پر راجا کي اهو ناگوار هو سو ڌيءَ کي ڪوه ۾ وجهي هڪ شاهي چپ مٿان رکائي ڇڏيائين تہ مسلمان جي هت چڙهي ان کان جيئري ئي دفن ڪرڻ چڱو. مڪئي حضرت عليءَ وٽ دانهين ويو، جو خچر تي تي سوار تي اُمالڪ آيو ۽ چپ مٿان بيهي خچر کي نچائي چپ کي اهڙي لت هنيائين جو اُها چار ٽڪر ٿي پيئي. نگار کي انريت بچائي مڪئيءَ سان شادي ڪرايائين ۽ نيرون کي بجو ڏيئي ڇپائين تہ هي شهر ڇڏي وڃ.

بچي، خچر جي نچڻ، علي جي لت وغيره جا نشان اڃا بہ آهن. ڪوه ويجهو سون سالن تائين شينهن بہ رهندا هئا ۽ نيرون شهر ڇڏي پڇي بہ ويو هو. انريت مرچ مصالح مليل ڳالهيون ڪندا آهن.

عليءَ نسبت هوندي ترار جي هڪ ڌڪ سان اڄگر ماريو هو. ۽ عربيءَ ۾ 'حي' معنيٰ 'نانگ' ۽ 'درين' معنيٰ 'ڦاڙيندڙ' سو عليءَ جو ٻيو نالو آهي 'حيدر' ۽ ان تان نالو پيو شهر جو حيدرآباد.

هيرا آباد جي پناط پاڙا ۾ شام جو سائي ڇئين بجي اچي پهتا آهيون.

قليلي واه جي ٻنهيءَ پر تي آهي رشي ديارام جو ڪاليج ۽ ڪالي ڦڙديءَ وٽان پل پار ڪري سينٽ ميرا اسڪول وٽ اچي بس بيٺي آهي.

شاهي بزار هتان شروع ٿي اسٽيشن وٽ اچي پوري ٿي ٿئي. مارڪيٽ ٽاور کان پڪي قلعي تائين هن رنگين شاهي بزار جي ڊيگهه اڍائي ڪلوميٽر آهي ۽ هيتري لنبي بزار سموري پاڪستان ۾ ٻي ڪونهي.

ٽلڪ چاڙهي، شاهي بزار جي اولهه ۾ آهي. صدر بزار، ڏيتلداس ڪلب، اني بيسنٽ هال، هومسٽيڊ هال، نو وديالم، گنجو ٽڪر، شاهي باغ، گدو بندر وغيره اُلهندي ڪڇي ۾ آهي ۽ رشي گهاٽ، پراڻي قليلي وغيره اڀرندي ڪڇي ۾.

پڪي قلعي کان هڪدم پوءِ اچي ٿي ريلوي اسٽيشن.

ڇوڪ نه ٿي وڃي ۽ اڃا ڪراچيءَ به وڃڻو آهي ۽ ستان جي پڙ به ڪافي بدنام ٿيل آهي سو بس مان جي، ٻيا پاڙو ڇڪائڻ جي، آٽو رڪشا ڪري هڪ

چوان ٿو، ”اڌان هال پهرين اسٽيشن جي ڀيءِ پر ڪالي مندر ويجهو انڊس گلاس ورڪس......“

پتاجيءَ جي ڪرم ڀکيه جو ڪرو ڪيتر!

۱۹۴۳ ڌاري جڏهن ٻي مهاڀاري لڙائي پوري ٿي چوين ۾ هتي جي واپارين جا وارا نيارا هئا ته پتاجن به پنهنجي واپار مان ڪافي ڌن جوڙي حيدرآباد ۾ گلاس ٺاهڻ جو ڪارخانو وڏي پيماني تي وڌو هو. پهريان سال نقصان سهي جڏهن ڦل ملڻ جو وقت آيو ته سڀڪجهه ڇڏي ڀڄڻو پيو.

سموري پاڪستان ۾ اڄ به وڏي پيماني تي ڪانچ ٺاهڻ جو اهو اڪيلو ڪارخانو آهي.

جنهن يو-پيءَ جي مسلمان کي ڪوسا ڪوهه ڪري وڪيو هو، انهي آسودگيءَ جو اندازو ان مان ٿي لڳائي ٿو سگهجي ته تڏهن هڪ زال هئس ۽ هاڻي چار ته آفيشل اٿس ۽ ’اسپيشل‘ ۾ الائي گهڻيون!

گهڻيون ڏينهن آئو رڪشا وارو شاهي بزار مان ڪسڪندو ٿو هلي.

سوني چانديءَ جا زيور، ڪنگڻيون ۽ چوڙيون، سنڌي ڀرت جا ڪم، ڪشمور جي ڪاريگري، هالا جو هنر ۽ نقش جو نمونو — مطلب ته سڀ جي جهلڪ هن رنگارنگي بزار ۾ ڏسون ٿا.

سنڌو رقيبن جو جهڳي ڪٽي ته ڪڏهن وقت ٽڪيدنگ

سينٽر هئي هيءَ بازار. هن علائقي جي شروع کان
حيدرآبادين دور پورب ايشيا ۽ آفريڪا جي ڪيترن
ملڪن ۾ دڪان درا وجي کوليا ۽ بهي مهاپاري لڙاين
سائو ڪري ڇڏين.

سينگاپور، هانگ ڪانگ، جاوا، سوماترا ويندي
چين، جپان ۽ هيڏانهن نائجيريا، مالٽا، ايجپٽ ۽ اسپين
تائين به پهچي ويا.

آڏواڻي، ڪرپالاڻي، ميرچنداڻي، شهاڻي وغيره
گهٽيون بهي پاسن کان آهن.

شهر وسائط لاءِ ميرن عاملن کي چوڪي بزار کان
سرتيب ڏهات تائين مشت ۾ ست ڙنا هئا ۽ پائيبندن کي
چوڪيءَ کان جمن شاهه جي پڙ تائين. قلعي ويجهو
آڏواڻي گهٽيءَ ۾ ديوان گدومل جگهيون نهرايون. نوڙي
جي چاڙهي ۽ ٽنڊو مير نوڙي جي پنيان سڏجي تو.
ڪانگن ڪاڏي پڌي قلعي ويجهو آهي ۽ ڪجهه به پوڪ
تيرط تي ڪانگ ڪائي وڃن. سدگيت واد ۽ ڪيالنو
ٽنڊو به ويجهو ئي آهن. چاليه فوٽ ڊگهي قبر عربستان
مان آيل ستن نوگز پيرن مان هڪ، هوشو شيدي جي
قبر ۽ هومستيڊ هال ويجهو آهي.

پائي پرتاپ ڏيئلداس جو ڳاڙهو بنگلو وچ شهر ۾
پيا به اوچي ڳاٽ بيٺو آهي.

قليلي به ڪيتري وات نارط هلندي قلعي اچرط کان

اڳ ڀرپرو سڙڪن تي وڃي. خطرناڪ ڪمن جي ڪري ٻيءَ ڇاڇي سان ڪٺو ٿي هتي اچي سگهبو هو، پوءِ به نئدي هوندي ڪافي شڪل ڪيا آهن!

هن شهر جي گهرن جي هڪ وشيشتا آهي جو سيني گهرن مٿان سلاميءَ وارا منگهه ٿيل ٿا، جنهن مٿهن تر جي رُخ طرف آهي ته جيئن اُتان جون ايندڙ گرم هوائون منگهن مان لنگهي گهر اندر ٿڌيون ٿي داخل ٿين.

ڪئپيٽال، نشاط، مئجسٽڪ وغيره اڳليون سئنيمائون ته آهن ئي آهن، پر نئدي سڙڪ وغيره ۾ شمع، فردوس، الائيٽ، راحت وغيره هاڻي ٺهيون آهن ۽ هتي جي بلئڪ مارڪيٽ جو سمورو ڪاروبار هتان جي مشهور ڪدڙن جي هٿ ۾ آهي. سموري سنڌ جيئرا ڪدڙا هن هڪ شهر ۾ رهن ٿا.

اِنڊس ۽ سنزيس هوٽل نئدي سڙڪ ۾ ۽ فرحان ۽ سينٽرل وغيره صدر ۾ شهر جو شان وڌائن ٿا.

جوتيڪاراءِ، ڪانن بالا ۽ نورجهان جا سُر گڏگنائيندي جهڙن رستي تان مؤج ۾ سائيڪل هلائي ويندو هوس ۽ ريڙڪيءَ ۾ هڪ اڌ ٽانگو، ٻه چار ٻنل گاڏيون يا پل چوڪ ۾ ڪائي موٽر ڪار نظر ايندي هئي، اُتي موٽر ڪارين جي ڪلهي گس ۽ رڪشائن جي رڳڙا رڳڙي لڳي پيئي آهي.

ٽرئفڪ جام اهڙي جو بمبئي ڪلڪتي جي ٽرئفڪ جام به ان اڳيان شرمائڻ لڳي!

گنجي ٽڪر وٽ پهچي ته پوءِ ٻه وڃون ٿا.

اهو ٿالو انگريزن جو هڪ ٻه وڻ سڄي ٽڪر تي ڪونهي، ڇاهي هيڻ ماڻيءَ ۾ خوب ساوڪ لڳي پيئي آهي.

شيخ مقعي جي پير پيرن جون قبرون سو خوب هيون پر اڄ اهو گنجو ٽڪر ڪانڪريٽ سيمينٽ جي عمارتن روپي وڻن سان سو خوب جهنجهيو پيو آهي. پيرن-پيرن جا قبا ته ڪٿي نظر ئي نٿا اچن. الائي ڪٿڙن سلئبس ۾ ڏبجي ويا آهن.

ساڌو ٽولراءِ هيرانند اڪيڊمي هيئنر ڪاليج بڻي گنجي ٽڪر تي قائم مقام آهي.

ڊاڪٽر چوئٿرام گدوائيءَ کان 'برهمچريه جي رکشا' ڪيئن ڪجي تي ليڪچر ٻڌو هو ته ڊاڪٽر مونجي کان پارٽ کي اڳتي ٻڌائي رکڻ جون تجويزون ۽ دادا ڄيرامداس دولترام کان پارٽ کي ڪٽبت ڪرڻ جون ائٽڪلون هومسٽيڊ هال ۾ ٻڌيون هيون......

گنجو ٽڪر لهي اچڻ سان هڪدم ڪارخاني وٽ اچي ٿو پهچجي.

ٻنهي ٽيڊن پائرن کي هڪ ئي سائيڪل تي ويهاري ڪارخاني مان پاڻ ميل جي چڙهائي چڙهي ويندو هوس ۽ پاٽڪي جانڪيداس چمپين پائيندو هوس. هيئنر هڪ سرد آه پنهنجي وشال ڪايا کي ڏسي پريان ٿو

۽ هڪ گرم سواس اها نندي چاڙهي ڏسي چڙهيان تو.

ريلوي ڦاٽڪ بند پيو آهي. شايد بند رهڻ جو ورَ ملبل اٿس. هيڏن سالن ۾ اوڙر ارج بہ نہ ٿاهي اٿائون.

رڪشا اتي ئي بهاري پنا جي اڙابل ڪارخاني روبي منڊر ۾ مٿو ٽيڪڻ لاءِ ودون ٿا.

اڄ لڳ ڀڳ ساڳيءَ دشا ۾ انڪي ڏسي پنهنجن جي اَرمانن ۽ اُمنگن جي اڌوگُتيءَ تي من افسوس سان ڀرجي تو وڃي. ڇا ڇا نہ انسنا ٻڌا هئا ابي منهنجي!.........

نندي سڙڪ وارو رستو ونيي وڃڻ سان سنڌوءَ جي ڪناري تي ڇئن ڪلوميٽرن جي دوريءَ تي اچي تو ديوان گدومل جي نالي پٺيان اڏيل گدو بندر. سامهون ڪوٽڙي نظر تي اچي.

ميرن جو وزير گدومل بہ هڪ نهايت اديت هستي تي گذريو آهي. حيدرآباد جو اوج اقبال وڌائڻ ۾ هنجو وڏو همٿ هو.

افغان سنڌ تي ڪاهي آيا تہ ميرن جا پير پرا ٿي ويا. عيش شڪار وسرڻ وين ۽ لڳا گدومل اڳيان گڙگڙائڻ تہ ڪيئن بہ اسان کي بچاءِ. هندکي دلجاءِ ڏيئي، ديوان افغان بادشاه کي اچي چيو، "تنهنجو ڪم ڪم سان نہ؟ مال متاع ئي کپيئي نہ؟ اهو توکي گهر تو پهچايان! بس، نہ؟ بوءِ خون خرابي ڪرڻ جا وٺيندين؟"

بادشاھ مڃي ويو ۽ لشڪر وٺي واپس ماڳ وريو. هيڏانهن گدومل اچي مڙهيو. مال ڀاڳيءَ جو آسرو ته ڏنو هيائين، پر اهو اچي ڪٿان؟ اُڌائو ميرن سنڌ ڪي ئي سڃو ڪري رکيو هو.

واڻئي پوءِ به دل نه لاٿي. شڪارپوري ناتارن جون ناهيل ڏيگيون ۽ صندوقون، هالا ۽ نئين جي ڪيمخابن ۾ ويڙهي نڪري پيو افغانستان لاءِ.

شاھ ڏس نه پيو نري. ڏاڍو خوش ٿيو ته ميرن خوب مال موڪليو آهي.

کوليائون جڏهن صندوق ته اندران نڪرڻ لڳي مٽي! ٽپي باھ ٿي ويو بادشاھ.

هيڏي وڏي توهين! ڪاڏي ويو واڻئي جو پٽ!

بيحد تحمل ۽ صبر سان گدومل سمجهائڻ ويٺو، ”قبلا، سونو جواهر ته توکي ٻين گهڻن ئي هنڌان ملندو، پر اُنهن کان به قيمتي ٿي پيرن فقيرن واري ملڪ جي مٽي! اسانجو وطن ائين ته غريب آهي، باقي اوليائن جي پيرن جي دز سان مالامال آهي...“

راضي ٿي ويو بادشاھ ۽ ائين گدومل نه صرف ميرن کي پر پنهنجي وطن کي به بچايو.

پوءِ به ڪام اند ميرن هنجو قدر نه سڃاتو. ’وناش ڪالي وپريت بڌي.‘

ڪوٺ جي انڌي گهوڙي تي سوار مير گدومل جي

سشيل ڪنيا مان ٻه نه رهيو. پوءِ هندو ڪنيا جنسيات جي آڳ ۾ پوڙهه بدران ڇڪيا جي آڳ ۾ پوڙهه پسند ڪيو. هنجي سنيپٽي ميرن کي وڏيڪ پڙڪايو ۽ جنهنجو بدلو گدومل کان چڪايو ويو.

هوڏانهن سنتيءَ جي آه ٻه ڪرتگهن ميرن کي اهڙي لڳي جو هننجو راڄ ٿي وڏيڪ نه ٽڪيو.

مهني ماس شئل لاءِ گدو بندر ويندا هئاسين. ماسخورن کي ته بيو ٻه سک هو جو ڪوٽڙيءَ جا مشهور پلا ٻه اُتي ملندا هئا. سٺو - سپاٽي بعد اهي ڪاڻهه ۾ ڏاڍي لست ايندي هين.

گدو بندر جي پرسڌ ڇرين جي اسپتال ۾ ٻه هڪ دفعو ويا هياسين! گهمڻ.

هڪ ڇرني کي گانءِ کي ويہ ڪرائيندو ڏلو هو ته هڪ کي قران جون آيتون ٽڪڙو ٽڪڙو دهرائيندي. هڪڙي کي جناح ڪئپ پائي اهنسا ۽ سچ تي ليڪچر ڏيندي ڏٺو هو ته ٻي کي گانڌي ٽوپيءَ ۾ پاڪستان زنده آباد جا نعرا هڻندي. مطلب ته ڪيترا ڇريل سياڻن کان وڌيڪ سياڻپ جون ڳالهيون پيا ڪن، جيئن ڪيترا سياڻا ڪنهن مهل ڇريائپ جون ڳالهيون ڪندا آهن.

وقت جي محدودگي اسان کي گدو بندر ويڙهه نٿي ڏي ۽ سڌو ڄام شورو جو رستو ٿا پڪڙيون.

جامشورو وٽ ’گدو بئراج‘ نالي نئين بئراج جوڙي وئي آهي. ڦوھ جوانيءَ ۾ وهندڙ جوڀونتي سنڌوءَ جي انگ راڳ جو دلڪش نظارو هتي ڏسڻ وٽان آهي.

پئرس جي شوخ، چنچل ’سين‘ ندي به منهنجي سهاسني سنڌوءَ جي چنچلتا سان برميچي نه سگهندي ڪڏهن!

ورتي سانجهه جو ويلو ۽ آسمان ۾ ننڍا ننڍا المست، البيلا بادل رسيلي ۽ انڊريلي نورس ڀري سنڌوءَ جي ناز ۾ نکار آڻي رهيا آهن.

سجلم، سڦلم، ماترم......! ڪٿي هتان جو نظارو ڏسي ته بنڪم چندر چٽرجيءَ ’وندي ماترم‘ جو گيت نه رچيو؟ رشين منين جڏهن سنڌوءَ جي ڪناري تي ويد رچيا آهن، سمرتيون ۽ اپنشد رچيا آهن ته هيءَ ڪهڙي وڏي ڳالهه!

ٽئڪسلا جيئان ته نه، پر به جامشورو جي سنڌ يونيورسٽي ڪئمپس ڪافي رمڻيڪ ڍنگ تي نهيل آهي. يونيورسٽيءَ بڪ اسٽال بند ٿي چڪا هئا، ان ڪري نه سنڌي ٽائيپ رائيٽر ڏسي سگهياسين، نڪي ڪوئي ڪتاب ئي خريد ڪري سگهياسين ۽ نه ئي وري ڪنهن ودوان جو درشن نصيب ٿيو.

شاعر سرتاج شيخ اَياز يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر آهي. هندو ماءُ ۽ مسلم پيءُ جي سنتان هن شڪارپوريءَ

۽ ڇون ٿا ته ساهيءَ جي آتما جو واسو آهي. ڪڇ
به هجي، هنجي ڪيترن شعرن ۾ ساهيءَ جي ڪڻڪ
۽ شاد جو سنگيت آهي. هو لاهور ويل هو.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جيترا ڪتاب لکيا آهن ۽
سنڌي ادبي بورڊ رستي ڇپايا آهن، اوترا ٻيءَ ڪنهن
به سنڌيءَ نه لکيا آهن. انڊونيشيا ۾ هڪڙو ڳوٺ آهي
جتي سون سالن کان سنڌي رهن ٿا، رسمون، رواج ۽
ٻولي سيکڄهه سنڌتي. اها ريسرچ ڪرڻ هو ارڏانهن
ويل هو ۽ موقعو ملڻ تي هندستان مان به ڦيرو پائي ويو.

اڄ چار مهنا اڳ دادا ڄيرامداس هنجي نالي چٺي
لکي ڏني هئي ۽ چيو هئائين، ”تون سياستدانن کان
ڇڙڪندو آهين. سو توکي اهڙي وڏي اديب وٽ ٿو
موڪليان جو ڪنهنجي به ڪاڻ ڪڍڻي نه ٻوڌيءَ.
توکي بلڪل چڱيءَ ريت گهمائيندو ۽ ڏاڍي سٺي
خاطرداري ڪندءِ......“

خاطرداري ته مدهنجي سموري سنڌ ڪرتي رهي آهي
انڪري ڪنهن به سفارشي چٺيءَ جي ضرورت ئي ڪانه
پئي. هاڻ جهڙا الاءِ هڪ به چٺي ٻي به آندي آهي پر
انجي به کولڻ جي ضرورت نه پيئي آهي!

طارق اشرف، نسيم کرل، ابراهيم جويو، جوڻيجو،
الطاف شيخ وغيره ليکڪ ليڊر نه هئي، نه ڪٿي نه
ملن ٿا. ان ۾ نه ڪا ٻلائي هوندي، اهو سوچي مون ڪي

...ش ٿو ڏيان. ماڻ ستو سنواڻو شخص، آيو آهيان
پنهنجي وطن جي زيارت ڪرڻ، پوءِ ڇو اڄايو قسمت ۾
نوان، پنهنجو ڪم، ڪم سان! ڏاڍڍل مڃائڻ لاءِ اُتم،
موهن ڪلپنا، ڪرانتي ڪرپلاڻي وغيره ڇا ڪافي ناهن؟

گوناگوني، زرخيز ساهت سو خوب ڇپجي رهيو آهي
سنڌ ۾ ته ساهتڪ هلچل جو مرڪز سدا جيان
حيدرآباد ئي رهي آهي. سنڌي - غير سنڌيءَ جي
ڇڪرڙتپ ۾ سنڌي ساهت کي به زبردست خوب رسائي
...ئي وڃي.

ڪجهه ورهيه اڳ فسادن ۾ غير سنڌي مسلمانن
ڪيترا ناپيد ڪتاب جلائي ڇڏيا هئا.

ايتري مخالفت هوندي به سنڌي ادب لڳاتار
...رماڻ ٿيندو ٿو رهي.

...چار شورو وٽان ئي ڪراچيءَ لاءِ بس پڪڙي هئي
......

موٽندي مهل لٿا هياسين هيرآباد ۾ بس بدلائڻ لاءِ.

هيرآباد ڇٽي ڪٽي بس ڪر. بلين بلين هٿي!
بمبئيءَ جو لنڪنگ روڊ، پوني جي مين اسٽريٽ،
دهليءَ جو ڪناٽ سرڪس هجي يا لکنوءَ جي اميناباد،
...چال آ جو هن لئي سان برميچي سگهي انهن سونهرتپ
...ينهن ۾!

...نادرن تتليون جڏهن نت نوان سورهان سينگار ڪري

نڪرنديون هيون ته نت ڪٽ نٿورلعل انهنجي نئن ٻاٽن ڪسان گهايل ٿي سرد آهون ڀرڻ لڳندا هئا, ”هاء, منهنجي لئلا“ ”اڙي او, ڪامڻي ڪوشل“ ”نخريلي نرگس“ ”مومل منڙي......!“

اهي لئلائون ۽ ڪامنيون يا ته هلي ويئون پوني, بمبئيءَ يا.......... پردي اندر!

شام ٿي ناهي ۽ اسڪولي ڇاهي ڪاليجي ڪڪن ڪڪين جا ميڙاڪا ڪڏا ٿيڻ لڳندا.

بيگم پارا جو هيئر-اسٽائيل, نسيم بانوءَ جو ساج سينگار, شوپنا سمرت جو شرم حياءُ, اشوڪ ڪمار جي اداڪاري, موتيلال جي فيلٽ هئٽ... سڀ جي چرچا ٿيندي رهندي, مهما ٿيندي رهندي ۽ ڪاپي ٿيندي رهي.

اڄ نه نسيم تي نظر اچي, نه هنجو نقل.

ڇاپئين, بچين, فرينچ ڪٽ, هپي, انقلابي اسٽائيل ڪربوشي, جهٽا جهوٽ, جهرمٽ يا ٻڪرڪٽ ڏاڙهين ۽ هئنبدل بار, لڪڙ شاپ يا ڪرپي اسٽائيل نؤڪن وارا ميان, شيخ, شاه, بخش ۽ وڏيرا نظر اچي رهيا آهن.

آفيسن ۾ ڪم ڪندڙ ڪرسنان ڪنيائون اسڪرٽ-بلائوز يا ’مدينز‘ ۾ پلي-پڪي نظر اچي رهيون آهن, باقي گهٽو ڪرتي سلوار-قميص يا چوڙيدار پاجامي ۾ هندو توڙي مسلمان ڇوڪريون نظر ٿيون اچن. بشرٽ ۽ بيل باٽمس ۾ ٻه ايڪڙ ٻيڪڙ نظر ٿيون اچن, باقي ساڙهيءَ ۾ ڪاني نشي نظر اچي.

ـڪر واپس ويندي ساهمندساگر جون وري به ڪجهه
ون پراپت ٿيون ته دل 'بهار بهار' ٿي ويئي، پر
ند ۾ اُن ئي ساهت جي بيابان جو وچار ايندي
ٿائي دل 'سرءُ سرءُ' ٿي ويئي!

ڇا ته سياڳي سلوڻي سنڌيءَ الڳ الڳ ڏشائن ۾
قي ڪئي آهي!

شارت هئنڊ سنڌيءَ ۾، ببلو گرافي، ڪمت ۽
ادوءَ تي ڪتاب، سفرنامي تي شاندار گوناگوني ڪتابن
ا به ٻه، چار چار، ڇاپا نڪتا! ٻوڌ ۾ ٿو پوجي وڃان.

ڏڍا ڏڍ خريد ڪندو ٿو وڃان. ڏنو ويندو جي
طڻ نه ڏنائون ته.

راجيتي ٻڪوسلائيپه ڪتابن روپي ڪلچرل ائمبيسڊرن
ب ملڪ کان ٻاهر نڪرڻ نه ڏنو ته اهڙي موڪنا تي
ـسون وهائڻ ڪانسواءِ ڪري به ڇاٿو سگهجي؟

* * * *

بيا شهر:- سکر، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي اوٽ موٽ
ندي هينئين شهرن کي يا ته صرف ڇهيو آهي يا
هنجي باري ۾ ٻڌو آهي. زندگي رهي ته ٻي دفع سموري
ڌ جي مٽي ڇاڻي توهانکي ٻه مڪمل لسٽ ونائيندس.

مياڻي ۽ دٻو:- هتي ميرن جو ١٨٤٣ ۾ دٻو گل ٿيو
انگريزن هندن کي جيتي سنڌ هٿ ڪئي.

پٽ شاهه:- پٿائي گهوٽ جو جنم استان. حيدرآباد

کان ٥٦ ڪلوميٽر اتر ۾ واريءَ جا پٽ لڳا پيا هوندا هئا ۽ مون ۾ منهن وجهي شاهه عبداللطيف شعر جهونگاريندو هو جنهن جي گهرائي ڪٿي ڪاليداس کي به شهه ڏيئي ٿي وڃي ۽ ميناج ۾ ميرا جي ڀڄن کان گهٽ ناهن.

شاهه ١٧٥٢ ۾ وفات ڪئي ته ڪلهوڙي حاڪم نهايت ئي شاندار مقبرو اڏايو.

هالا نئون ۽ پراڻو:- دستڪاريءَ کان مشهور شهر حيدرآباد ويجهو آهن. هتان جي 'سوسي' ۽ 'اجرڪ' ولايت وڃي. ٽنڊو آدم ۽ سڪرنڊ به ويجهو ئي آهن.

ڪاڇلا سر تلاءُ:- پاري نگر جي تلاءَ ۾ مرگهه-نئيون اڇي منهن ڏونڌيون هيون ته انهيءَ اکين جو ڪاجل اينترو لهندو جو پورو تلاءُ ئي ڪاجل جي سهڻي رنگ سا ڳجهي ويندو هو.

اڏيرو :- دولهه لال، امرلال، به سڏن. توغان جي ڏينهن ۾ نصرپور جي قاضيءَ هندن سان ويل مچايو ته لال سائين پلي تي سوار ٿي درياهه مان نڪتو ۽ قاضيءَ جي نڪ مان ور ڪڍائين. هاڻي ته مسلمان به ميجنس ۽ شيخ طاهر ڪري سڏنس.

نصرپور:- توغان جي ڏينهن ۾ سنڌ جي گادي نصرپور خان جي رستي تي لال سائينءَ جو جنم استان آهي. روهڙي ۽ ٻکر وچم بيٽ ۾ لال سائينءَ جو پيو

استان آهي جنهنکي زنده پير ۽ خواجه خضر ڪري پڻ سڏن. پهرئين ڏينهن اُتي زيارت ڪئي هئي.

مانجهند:- هالا جي ڀيءِ پر نديءَ جي ڪپ تي جهونو شهر.

سن:- مانجهند ۽ لڪي تيرٿ جي وچ ۾ جي. ايم. سيد جو ڳوٺ.

سيوهڻ:- "دما دم مست قلندر....." لعل شهباز قلندر جو جڳ پرست ڳانو ڳائي رونا لئلا هن پراچين شهر کي دنيا پر ۾ مشهور ڪري ڇڏيو آهي.

شوَ جو استان آهي. سوستان ۽ سهوان ڪري پڻ سڏنس ۽ سڪندر جي ڏينهن ۾ سديمانا ڪري ڪوٺيو آٿائونس. جيڪب آباد کانپوءِ گرم ۾ گرم شهر آهي. گرو گورکناٿ جو ڀ آستانو هو ۽ راجا ڀرتري ڀ هتي رهيو هو.

لعل شهباز ملتان مان اچي هتي وسيو ته قلندر فقيرن جو وڏو مرڪز بڻجي پيو.

ايشيا جو ڊگهي ۾ ڊگهو شخص لعل شهباز جي درگاه ۾ مجاور آهي. ٢٥ سالين جي محمد عالم جي ديگهه آهي ٺ فوٽ چار اِنچ ۽ وزن ١٨٠ ڪلو! ٻارهين سالين جو ئي هو جو ستن فوٽن کان وڌي ويو. ٻين گهر وارن جي ڊيگهه رواجي انسانن جهڙي آهي. پڻس غريب ٻاري هو ۽ هن کي پالڻ ڏکيو ٿي پيس جو ويلي تي ڇهه سير ته کير ئي کپندو هوس. هاڻي ڀ پورو قوت




ايشيا جو ڊگهي ۾ ڊگهو ماڻهو

نہ ملڻ ڪري لهڪاريل آهي. هن جي ترئي أي هڪ فوٽ اٽس ۽ پيرو ١٦ انچ. سلوار ۽ خميس لاءِ ڪپڙو ١٨ ميٽرن ڪان وڌيڪ لڳيس. شاديءَ لاءِ خواهشمند تہ ڏاڍو آهي پر ڪابہ ڇوڪري هن 'معصوم شاه' جي 'مناري' سان لائون لهڻ لاءِ تيار نٿي ٿئي. اسانجو پٽ تہ صرف ٦ فوٽ ١ انچ آهي پوءِ بہ ٻڳهي ڇوڪري ملڻ ۾ ڪافي دقت ٿي هئي ۽ آخر ست انچ گهٽ وٽهي ٻيٺي هئي!

پاٽ، ٽلٽي، بوبڪ وغيره مان ٿيندي خدآباد پهچجي ٿو. جوهي، خيرپور ناٿن شاه، ويرناٽ وغيره ڪوهستان جبلن طرف آهن.

خدآباد:- ڪلهورن جي راڄڌاني، ميربحر جي پٽ برباد ڪيس. ڪاٺو بحر ڪلهوڙن جي صوبيداري ڇڏي مڪي ۾ وڃي رهيو ۽ مسجد جو در پنهنجي ڏاڙهيءَ سان صفا ڪندو هو. اُتان آواز آيس تہ "بحر ڪاٺا، وڃي گهماءِ سنڌ ۾ گهاٽا!" موٽي آيو ۽ گهاٽا گهمائي اُن ڪان اڳ أي ڪلهوڙن مارائي ڇڏيس!

ڪنڊيارو هالاڻي، پڙيا، نوشهرو، مورو، سڪرنڊ، ٽنڊو آدم، پڊعيدن، نواب شاه، شهدادپور، مل دسي، سنجهورو، برهمڻ آباد وغيره سکر ڪان حيدرآباد ويندڙ سٽي تي سڌا اسٽا آهن.

ڪنڊيءَ جي وڻن هجڻ ڪري ڪنڊيارو نالو پيو.

هالاڻيءَ ۾ ساڌن جو آستان آهي. ميرن ڪلهوڙن کي هتي دسيو. 'عيدن جي پٽ' ٽان نالو پيو 'پٽ عيدن' جو ڦري ٿيو 'پڊعيدن'. سڪرنڊ پڻ ويجهو آهي، پرسان جن جي بينڪ اٿس. سيد نوابشاه وڏندڙ شهر نوابشاه اَڏايو. سهڻي ۽ ميهر جون قبرون شهدادپور پرسان آهن. جما مهاڻي کي ڪوئي نه دسي سگهندو هو، پٺي ڳوٺ واري دسيس ته ان تي نالو ئي پنجي ويو 'مل-دسي'. سنجهورو، ويجهو دلور ۽ برهمڻ آباد جا پراچين شهر هئا.

برهمڻ آباد:- دلوراء هت راج ڪندو هو ۽ سندو وهندي هئي. راجا جي ظلمن ڪري پاراتو مليس ۽ زلزلي ۾ شهر ناس ٿي ويو. سڪندر ۽ ناهرسين جي ڏينهن ۾ به هن شهر جو ذڪر اچيٿو.

ڪلان ڪوٽ، سجاول، جهرڪ، هاليجي، پنيور، مغلڀين، ننڊ ڪوٽ، ديبل ۽ ڪيٽي بندر وغيره سنڌ جي ڏکڻ ۾ ٺٽي ۽ ڪراچيءَ جي آسپاس آهن.

سجاول ۾ مڇر ايترا ٿين جو راڄو ٿالهيءَ ۾ ڪيٽي بائي ويهندؤ ته اک ڇنڀ ۾ ٿالهيءَ ۾ ايترا مڇر اچي پوندا جو ڪيٽيءَ بدران مڇر-پلاءُ ٺهي پوندو! جهرڪ براٿو شهر جهرڪ براهمڻن ڪري مشهور هو.

گهوٽڪ براهمڻ مسلمان ٿيا ۽ پنهنجو الڳ ڳوٺ 'گهوٽڪي' وسايائون.

’پين‘ نالي سردار کي ترڪ آيو تہ هڪ ڳوٺ ۾
ـڄي رهيو، ساڻ ’مغل‘ نالي مريد بہ هوس. هڪ
ڏينهن هنکي چيائين تہ گاہ ڪٺي اچ تہ اُنئي ويهي
ـماز پڙهون. پر ’مغل‘ واپس خالي هٿين آيو ۽ اچي
چيائس تہ ”جيڏانهن پيو نهاريان، تيڏانهن گاہ کي
سجدو ڪندو پيو ڏسان.“ پين خوش ٿي چيس، ”ٻچا،
تنهنجو نالو مونکان بہ اڳ ڳنهندا!“ ائين نالو پيو مغليين.

نند ڪوٽ، مومل جي پيءُ نند جي ’ڪاڪ محل‘
اڃا بہ چون ٿا تہ اپار دولت دٻي پيئي آهي.

رڙهي ڳوٺ بہ ويجهو اٿس، اُتي اينرا شاهوڪار
هندا هئا جو هڪ لڳا اڪبر بادشاه کي ريزي جو
ـپ پيو تہ اُنن جو ڪافلو رڀين سان پري موڪليائين ۽
ـٽانجي هڪ ئي شاهوڪار بدلي ۾ ريزو ڏنس. اوقتو خرچ
ڪندڙ کي چون، ”رڙهيءَ جو شاهوڪار آهين ڪيڏن؟“

ڀنڀور:- هيءَ ئي شايد ديول بندر آهي. سسئي
ـٿي سامائي. کي وري ڪيٽي بندر کي ديول بندر
ـمجهن. هتي سنڌو اچي سمنڊ ۾ سمائجيٿي.

شمپير ۽ ماربپور ڪراچيءَ ويجهو لوڻ ڪاٺين وت
ـوشي مڪراني رهن. شرير بت بلڪل مظبوط، پر ٻواٽي
ـٻيل ڪنيل پارسي، جو اصل ايران کان آيل آهن.
ـندي بہ پنهنجي. پڇون، ”تنهنجو پاءُ ڪٿي؟ وراڻي
ـلندي، ”تنهنجو پاءُ ويٺي جهمپير!“ مڱڙ جا ڪنڪ

اَچن تہ اُنھن کي پڪڙي ڳوٺيون ڀري رکن ۽ ڏينھن جا ڏينھن پيا اُھي کائن! سرمائي، سنڌري، ڇوڏي يا ڀمڦريٽ مڇيون بہ جام ٿين. "سنڀال ڪج." بدران چون "ٻيٽ ڪج." وارن مان جون ۽ ڪيائٽي ھڄين تہ چون "ٺونگرو ھڻ!"

ڪراچيءَ جا اصلوڪا رھاڪو ڇاڙرو وري جون ۽ ڪي چون 'ٺولڙو!' ساھتيءَ جي سينياٽيءَ ڇاڙرو نوڪرياٽيءَ کي چيو، "دابلي ۾ ٺولڙو ٿي سي ڪٽي کاءُ!" تہ نيڪر اَچي بگڙي، "ٻڙي منيس! ٺولڙو ماڙھو ڪيئڏو ڪٺن؟"

گھوڙ ڀباري:- وڪر ڪري بہ سڏنس. گوراہ درياہ ھتان وڪر کائي وھڻ لڳو تہ ھن ڪراچيءَ کاٻوءِ ٻين نمبر وڏي بندر جي قسمت بہ وڪر کاڌو.

ڪيٽي بندر جتي سندو عرب ساگر سان اچي ملي ٿي، بہ ويجھوئي آھي. ھتان جو 'سوئڻ' گاہ اھڙو قوت بخش آھي جو اھو کائي ڳايون ميھون اھڙو 'سگھارو' کير ڏين جو شھري اھو پئي تہ پاڻئي ڀگھريل فولاد پي رھيو آھيان!

'ڪوٽڙي الله رکئي شاہ' ۾ ٻوسل ڪري مڇر ۽ جيوَ - جنتو اينرا جو سڏنس ئي ڪوٽڙيءَ 'ڪان' الله رکئي! ھتان ڇئن ميلن جي پند تي آھي ڳوٺ اُڏيرو لعل.

'پير پٺو' جو زيارتي استان نئي ويجھو آھي. ھندو ھن کي راجا گوپيچند ڪري سڏن.

ٺٽو:- هن نگر جي مهما اپرم پار آهي. جت اڄ ڏهه هزار آدم به مشڪل ٿيندو اُتي بيماريءَ ۾ اسي هزار ته صرف ڪوري ئي مٽا هٽا ڪڍهن. يارهين کان چوڏهين صديءَ تائين سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ٿي رهيو. شاهجهان جي ٺهرايل سؤ قبن واري اهڙي شاندار مسجد آهي جو ان کي سڏن ٿي "آسمان محل".

مڪلي ٽڪريءَ تي سوا لک کان مٿي پيرن فقيرن جون قبرون آهن. مڪليءَ ۾ بلڙي ماموئي فقيرن جون پيڙهيون. ماموئي فقير سنڌ لاءِ جيڪي به اڳڪٿيون ڪري ويا آهن سي اڄ تائين سچيون ثابت ٿي رهيون آهن. انهنجي ٽئين نيتر کلڻ جي روچڪ ڪٿا آهي.

هڪ پهتل جوتشي جڏهن مري رهيو هو ته پٽن کي چيائين، "منهنجي مٿي پڇاڻا منهنجو گوشت رڌي کائيندءُ ته توهانجو جنم سڦلو ٿيندو." مري ويو ۽ پٽن گوشت به رڌيس، پر پيءُ کي کائڻ تي دل نه ورين ۽ اُهو ديگڙو ئي کڻي درياه ۾ وڌائون جو ماموئي فقيرن کي هٿ چڙهيو. هنن اهو کاڌو ته اهڙا نجومي بڻجي پيا جو انگريزن ۽ پاڪستان جون به اڳڪٿيون ڪري ويا!

ٺٽي جي آسودگيءَ جون گهڻيئي ڳالهيون مشهور آهن. ميان نور محمد جي ڏينهن ۾ پنج لک لشڪر وٺي نادرشاه ڪاهي آيو. ڳچيءَ ۾ ڪپڙو ۽ وات ۾ گاه وجهي ميان اچي حضوريءَ ۾ بيٺو ته شاه پڇيس،

”ٻڌو آ تہ وٽ ھڪ سون سان پڙيل ڪوہ ۽ ناياب لعل آھي؟“ جھٽ وراڻيائين، ”ھڪ نہ قبلا، پر ٻہ ٻہ ۽ اِجھو تہ حاضر ڪيان!“ ويو ۽ ٻہ ڇٻا سيڌي جا ۽ ٻہ گيہ جا آڻي پيش ڪيائين، ”غريب سنڌڙيءَ وٽ سون ۽ هيرا تہ ڪونهن، پر ان ۽ گيہ ڍڪو آھي!“

بادشاہ بہ سمجھي ويو. پوءِ تہ سنڌي مھمانوازيءَ ھنکي بہ خوش ڪري رخصت ڪيو جو سورھان ڏينھن سانده پنج لک لشڪر ماني ويٺي کاڌي تہ نٽي مان اَن کين کٽو!

اوچ اِقبال ڏٺو آھي ٺٽي تہ ڏک بہ ڪافي سٺا اُٿائين. ٽي دفعا تہ باہ ۾ جليو آھي!

جيٽ اسپيڊ تي ھلندڙ يانرا پير ڳوٺ وچڙ لاءِ سکر بئراج وٽ لاٿو آھي پر اُتي ھلڻ کان اڳ توھان کي پھرين ’اپرندي جو ستارو‘ ڪراچيءَ وٺي ٿا ھلون، جنھن کي وچڙ چڙي ڏٺو آھي.



٧- ٻي سو سال جوان شهر

# ڪراچي

مڇي مار مهاڻن ڪلاچيءَ جي ڳوٺڙي جيڪا اڄ قـوه جوانيءَ ۾ عاليشان نگري بڻي آهي ڪراچي ءِ تيسماري ٽيڏر سان ترقيءَ جون گهٽيون اُئي منزلون طئہ ڪندي ويئي آهي!

جڏهن ڇڏي هئي تڏهن ته آدم هو سايا پنج لک موڙي! جنمان اَڌ ڪان مٿي ته هئا هندو جنجو ڳهل حصو لڏي ويو! اڄ... ان شهر جو آدم پنجاه لکن ڪان مٿي پهچي چڪو آهي ۽ اُهو ڏينهن پري ناهي جڏهن ايشيا جي سرتاج شهر جي پدوي پراپت ڪري.

ايشيا جي صاف شهر جي پدوي سو ڪوهي چڪو آهي، مهاجرن جي انڌا ڌنڌ آمد ڪري.

مهاجرن، خاص ڪري بمبئيءَ جي کوجن، ميمڻ ۽ بورين ته اصل ڪناتار پري ڇڏيو اٿس. سنڌي اسڪول آگرين تي ڳڻڻ جيترا، باقي گجراتي اسڪولن جو ته ڪاٿو ئي ناهي!

ٻي ٻي ته روزانيون اخبارون گجراتيءَ ۾ ٿيون نڪرن ن هوندي به ڪراچي، بمبئي هن ’جنم‘ ۾ ته نہ بڻجي سگهي، سا نہ بڻجي سگهي.

پارٽ جي الڳ الڳ پرانتن جي پاشائن، ويس وڳن ۽ تهذيبن پلي اچي شرير بدليو اٿس، ٽيل ٻول بدليو اٿس، پر شهر جي آتما ۾ سنڌيت جو، سلوڻي سمنڊ جو هڳاءُ اوئين جو اوئين قائم رهيو آهي.

چانو نپنو نه سنڌيه شڪارپور ۾ آهيان، پر ننڍپڻ جو پويون ۽ جوانيءَ جو پهريون ڏور ته هت ئي گذاريو ۽ المست، اُتيجت، اُنمادت جوانيءَ جي چانڻت وارا اُهي البيلا ڏينهن ٻه چا ڏينهن هئا!

جوانيءَ جا پويان ۽ پيڙهيءَ جا پهريان اٺيا، ايوڳا آجايا ڏينهن المست، اُتيجت ۽ اُڏامندڙ بمبئيءَ ۾ گذاري رهيو آهيان.

ڪراچيءَ جي آلم ڪٿا ٻه بمبئيءَ کان گهٽ دلچسپ نه رهي آهي……

لڳڀڳ نگر جي هندو واپارين ڪلاچيءَ مٿان هٿ چٽ رکيو ته اصل واجت وڃائي ڇڏيائين.

ميرن قدر نه سڃاتو هوس پر انگريزن سڃاتس ته مشتل ڪاڪ، وانگر هيءَ مهاڻي نگري هيڏانهن هوڏانهن ٿيڻ لڳي. ڪڏهن قلات جو خان ته ڪڏهن مير ته ڪڏهن وري انگريز ڪؤنس بازي ڪرڻ لڳس.

سيٺ نائومل هوتچند ۽ ٻيا هندو ان راند ۾ اهم رول ادا ڪرڻ لڳا ۽ نتيجو اهو نڪتو جو انگريزن پهرين ڪراچي ۽ جلدي باقي سنڌ ته ڳرڪائي ورتي. اُنوقت

آدم هوس صرف پندرهان هزار! ساڳئي وقت
نڪارپور ۾ هتان کان ٻيڻا ماڻهو تي وسيا!

١٨٤٣ سنه فتح ڪري، ميرن جو بوداڻو ڪيي
سر چارلس نيپئر لڳي ويو ڪراچيءَ کي ڏاهڻ جوڙڻ ۾.

هن بعد آيو سر بالٽر فريئر. فرنگي شاه جهان!
ڪراچيءَ کي سينگارڻ ۾ پنهنجو سڪو جمائي ويو.

هندستان ۾ ٽپال سرشتو ۽ ٻهرين هتان شروع ٿيو
ء ٻهريون ٻهريون هوائي جهاز ۽ هند ۾ هتي ئي آيو هو.

ڪارپوريشن جي ڪارپردازن کي شهر جي صفائيءَ
جو ڏاڍو اونو رهندو هو. پوءِ ميئر ڀلي مسلمان سر غلام
حسين هجي، پارسي جمشيد نسروانجي هجي يا هندو
سيٺ وشنداس.

بندر روڊ تي برهما روڊ چوڪي ميونسپل گهنٽاگهر
وچي ڳاٽ بينو هوندو هو. اڄ اهوئي گهنٽا گهر اوچين
وچين عمارتن کان گهيرجي ڪنهن ڊرائنگ روم جو
وال-ڪلاڪ ٻاسي رهيو آهي!

وامن ڪراچيءَ ورات روپ ڌارڻ ڪيو آهي ۽ اوائلي
شهر جو نڪ عمارتون ناسڪائون لڳي رهيون آهن.

بدا رتا جي واڌ ۽ چرچر جي مرڻي جهڙي آمد شهر
جي ڪن حصن کي دهلي بڻائي ڇڏيو آهي ۽ ڪن کي
وري بمبئي ۽ ڪن کي ڪلڪتو. بهترين صفائيءَ
وارا هند بدترين صفائيءَ وارين ٻونگين ۾ 'سلمس'
۾ بدلجي چڪا آهن.

الڳ الڳ دؤر ۾ الڳ الڳ ويس وڳن ۾
ڪراچيءَ ساج سينگار ڪيو آهي.

چائنيز ريسٽارنٽ ۾ عربي چوغا پهري رشين
ووڊڪا جي نشي ۾ مخمور ٿي، بينگالڻ رونا لئلا جي
سُر تي سنڌي ڪافيون گونجاريندي پارٽ ۾ جاپل،
ڪراچي-واسي ميمڻ کوجي پنجابي، ڀانگڙا ڪيو آهي!

ٿر جي هريجن ڪلفٽن جي هندو جمخانا ۾
ويهي ٽڙڳيو آهي ته لياري ڪوارٽر جي مڪرانيءَ صدر
جي يوسف هارون روڊ تي خانگي ٿيٽر ۾ مارا ماريءَ
سان ڀريل هندي فلمون ويهي ڏٺيون آهن. سنڌي زميندار
جي زال پريتم ڌرم سڀا جي آکاڙي ۾ ڇپاني ڪرائي
ويهي سگهي آهي ته هنجي ڀتار برنس گارڊن ۾ ويهي يوڳ
جا آسڻ. سوامي نارائڻ مندر ۾ رامائڻ جي ڪٿا ڪندڙ
بائي پارٽ ۾ وچي اردو شاعري جهاڙي آهي.

اهڙي سترنگي استان جي نورنگي زندگيءَ جو ديدار
ڪرڻ لاءِ محدود ٽائيم مليو آهي، بلڪل ئي محدود!

پندرهن لک کان مٿي ته يو-پيءَ جا مسلمان هن
شهر ۾ آهن. پنج لک بهار، مڌيه پرديش ۽ راجستان
جا. پاڪستان کان اڳ ڪجهه هزارن ۾ يو-پيءَ جا پئيا
بنا گهربار رهندا هئا ۽ ڪير-پاڇين جو ڌنڌو ڪندا هئا،
اُتان جو مسلمان ته ورلي ڪو نظر ايندو هو. هيئنر
وري اڪيلا رهن ٿا فرنٽيئر جا پٺاڻ. اڌ لک ته واه

جو ٿيندا. ٿورو پئسو ٺاهڻ تي بندوقون ۽ تمنچا وٺي رکن ۽ وڌيڪ ٺاهڻ تي پناڻين کي پاٽوٽ ڏهرائي وٺن. گجرات، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جا مسلمان اڳ ڏاڍا سا غريب قوم هُئي، هينئر ته اڌ ڪراچي اُنهن جي آهي. بمبئيءَ سان لهه وچڙ اڳ جيتري ته نه، پر پوءِ به قائم رکندا اچن. پارسين جي انداز ۾ ته ڪو خاص فرق نه آيو آهي، پر بمبئي هجي چاهي ڪراچي، سورت هجي چاهي نوساري، پارسي پنهنجي ڏاڪ ڄمائي ئي رکندو، ڪراچيءَ ۾ جيڪي به آهن سي لکپتي آهن ۽ جيڪي لکپتي ناهن سي وري ڪروڙپتي آهن! ڪلفٽن جو ڪوناڙي پريڊ ئي پارسي اُدارتا جو هڪ شاهڪار مثال آهي. مڪراني ۽ بلوچ به چڱي تعداد ۾ آهن پر اُهي ڪک پتي آهن ۽ جيڪي ڪک پتي ناهن، سي ڪڙڪا پتي آهن!

هندو به ٽن لکن کان مٿي ئي ٿيندا.

’ڪلاچي جي ڪُن‘ ۾ هڪ وڏو مانگرمڇ رهندو هو، جنهنجا ٻار ٻچا اڄڪلهه منگهيئن، ڪراچيءَ جي اولهه ۾ ١٨ ڪلوميٽر پري حب نديءَ ويجهو ٿا رهن. اُن واگهوءَ مورڙي ميربحر جا ڇهه ڀائر کائي پورا ڪيا هئا ۽ آخر مورڙي ماريو هوس. مطلب ته جنهن هنڌ صرف مانگرمڇ ۽ مڇيون ئي هونديون هيون اُتي اڄ مانگرمڇ ڏوهي منصرف ۽ مڇين سمان موهيندڙ اکين واريون مستيون، گندا موهنيون وسن ٿيون!

حيدرآباد کان ڇهين بجي هليل بس ٻه سؤ ڪلوميٽر طئه ڪري ڪراچيءَ ۾ اچي ڇڏيو آهي.

جرمني - جپان جا روڊ فلمن ۾ ڏٺا آهن. هتي ساکيات ٿا ڏسون. ڏسي ڏندين آڱريون ٿا ڏيون.

ٿمتار ڪير ڪٿورو ڪٽي بس ۾ ويٺو. پلي ڪمزور 'شاڪ-ائب' واريءَ بس ۾، پوءِ به حيدرآباد کان ڪراچيءَ تائين ذرو به ڪير نه هاريو.

جام شورو کان ٺٽو ٦٤ ڪلوميٽر ٿيندو. غلام محمد بئراج ۽ ڪلري ڍنڍ کي هات ڪندا پنڀور جي ڪنڊهرن کي پريان ئي نمسڪار ٿا ڪيون. پنڀور ۾ کوٽائي چالو آهي ۽ جڏهن پوري ٿيندي ته موهن جي دڙي کان به وڌيڪ اچنبي ۾ وجهي ڇڏيندي. چوکنڊي قبن جا کنڊهر به ڏهت ٿا اچن. اُتان لانڍي پهچڻ ۾ وڌيڪ دير نٿي لڳي. لانڍيءَ کي بيدڙڪ ڪراچيءَ جي پسگردائي سڏي ٿو سگهجي جو هتان ملير ويه ئي ڪلوميٽر ته پري آهي.

شهر کي منو پاڻي ملير جي نئن مان ٿو ملي. اڳ ملير وڃبو هو ته سڳنن سان سان. هاڻي ڄڻ بمبئيءَ کان باندرا وڃجي، ايئين!

جت ميلن جا ميل جهنگ لڳو پيو هوندو هو، اُت سڄو رستو ولايتي موٽرن ۽ سموري زمين هائوسنگ سوسائٽين سان پريل نظر اچي رهي آهي!

# نئي ڪراچي



١٨٠ ڪلوميٽر ته ايائي ڪلاڪن ۾ طئه ڪري ورتا آهن پر ملير کان ڪجهه اڳيرو ڊرائيور بس بيهاري موٽن ۾ منهن وجهي ويهي ٿو رهي. لسالس روڊ تي تيز ڀڄائڻ جي ٻولين کي ورلي ڪو ڊرائيور روڪي ٿو سگهي، انڪري هدايت مليل آهي ته ڇهن ڪلاڪن کان اڳ سفر طئه ڪرڻو ناهي جيئن حادثا نه ٿين!

دابي وٽ ميدان ۾ ٻه چار واڻ واريون کٽون ۽ چيچات ڪندڙ ٻڍڙيون پيئون آهن. ٻچي ڏاڙهيءَ وارو ٻڪرار لسيءَ کي ٻچڪاريندي اُن مان ڇاڇ ٺاهي رهيو آهي ۽ ٻاسي واري ڪڙائين ۾ ڪي هيٺان ڪوپي-شيپ نوڪن وارو ميان پڪوڙا تري رهيو آهي. ڪوڪا ڪولا ۽ سيون-اَپ جون بوتلون ٻه ٻرف جي ٻالٽيءَ ۾ سڪوڙجي ٿڌي ٿيڻ جو نشقل پرياس ڪري رهيون آهن.

ڇاڇ پي پڪوڙا ٿا کائون. پڪوڙا کائي چانھ ٿا پيون. چانھ پي سيون-اَپ تي وارو ٿا ڪيون ۽ آخر اُسهڻ جو سمو اچي ٿئيٿو. ملير کان ڊرگ روڊ جو ايئر پورٽ چار ڪلوميٽر مس ٿيندو!

'نائيٽ اِن پئرس' 'نائيٽ اِن ٽوڪيو' وغيره فلمون ته ڪيڏيون آئيون پر 'نائيٽ اِن ڪراچي' ڪڏهن ڪيندا؟ ڇا ته ٻتين جي جهرمر، جڳهين جا جهمونا، جپاني جيڻين جي جنبش لڳي پئي آهي! ريپبلڪ ڏي تي هتي اهڙي رونق ٿيندي آهي پر هت ته روز چانڊني رات لڳي پئي آهي. ملير، ڊرگ روڊ، ڪنٽونمينٽ وغيره ٻه ٻه ٻهڪي رهيا آهن.

"ڪارپوريشن وٽ پهارج،" ڊرائيور کي چئي رکيو آهي، "متان ڀلجين!"

ڇڪا چوڻ ڪندڙ رونق ڏسڻ ۾ ايترو مگن ٿي ويو

آهيان جو ڪارپوريشن ڪڏهن تي لنگهي وڃي اُنجي سمڪ نٿي رهي.

بولٽن مارڪيٽ آخرين اسٽاپ آهي. بس اُتي اچي بيهي ٿي ته ڪنڊڪٽر کان پڇان ٿو، ”ٻيلي ڪر خبر ڪارپوريشن جو ٽارو نظر نٿو اچي اڃا؟“

اُردوءَ ۾ ڪارپوريشن کي ڇيو ڪجھ چون، منهنجي ڳالھ هن نہ سمجهي هئي، پوءِ بہ اشراف جو پٽ ڏيپوءَ ۾ واپس ويندي اُتي ڇڏي ٿو. نهيو، ڪجھ تہ هانوَ جهل ٿئي ٿي.

راتجو وگڙو، ’اوٻرو‘، ’اجنبي‘ اسٽان! جي گهٻرائجي رهيو آهي. ٻڌي وينا آهيون تہ ڪراچيءَ واسي ڏاڍا رڪا روح ٿين. ڪوئي ٽاٽو ڏڪاٽو نہ مليو تہ يا تہ بندر روڊ جي فٽ پاٿ يا پرنس گارڊن جي بئنچ!

ميونسپل بلڊنگ سامهون سوامي نارائڻ مندر ۽ مندر ٽرسٽ جون جڳهيون آهن.

حاطي ۾ ڏڪاٽن تي ڪي هندو وينا آهن. هِنن کان هڪڙو ڏس پڇان ٿو—يادداشت تي ڪافي زور لڳائڻ بعد.

جهٽ بہ ڇٽا گهر ڏيکارڻ هلندا. هڪ تہ ايترو قدر بہ چئينٿو، ”چرڪ ٿي ويئي آهي، هتي ئي گراهي ڪائي ليٽي پئو ۽ صبوح مرداني هليا وڃجو!“

سوڪو وقت ناهي تڏهن تہ قبر مان ڄاڻ پڇاڻ ڪيدي آهي.

وَٽ سان در کڙڪايان ٿو. دل ٻون ٻون ڪري رهي آهي. سال ٿيا جو پاڙيسريءَ جي ڌيءُ بمبئيءَ مان، ڪراچيءَ رهندڙ هندوءَ سان شادي ڪري اچي هتي وَسي آهي.

ورهيه ٿي ويا ملئي! هن ڪمهلي وقت هوءَ سڃاڻندي مون کي؟ يا مان سڃاڻندو مانس؟ اڃا ٻ...... سڃاڻي ڪري ٻ نه سڃاڻي ته؟ الائي ڪهڙي قسم جا ساهڙا آهن هن جا؟

هڪ اجنبي در کولي ٿو.

ضرور هن جو مڙس ٿي هوندو. اونڌي وقت تي ٻن برجسته پرديسين کي، ڏسي ڪجهه گهٻرائجي ضرور ٿو وڃي پر هنجي گهر واري سڃاڻڻ ۾ ويرم نٿي ڪري.

کليءَ دل سان آجيان ٿئي ٿي. هڪ دفعو وري منهنجا انديشا پاش پاش ٿا ٿين.

ٻارن ٻچن جي خوش راضي دريافت ٿي ٿئي ۽ جاهن چوان ٿو، "هيئن اوچتو اچي پرگهٽ ٿيا آهيون، سونهين ته نٿو، مهرباني ڪري ڪنهن هوٽل جو ڏس ڏيو......"

هو ناراض ٿا ٿين، "ڇا اهڙا ويل آهيون؟ مهمان ته ڀڳوان جو روپ ٿيندو آهي."

ٿوري جهجهڪ سا ٻ دور ٿئي ٿي. ٻاهرئين ٻئي رڪڻ جي ٻ ضرورت نٿي پوي.

پڻ جي ٿي 'ايڇ-گروپ' جا ٻه پٽ گهر ۾ آهن. 
انهي جي دلچسپي صرف ٻن ڳالهين ۾ آهي-- 
ڪرڪيٽ ۽ فلمون!

ڪرڪيٽر پاڪستاني ۽ ائڪٽر هندستاني ۽........ 
چئي ڪٽي بس ڪر!

بالڪنيءَ ۾ ويهڻ تو ته سمرتين جي ساگر ۾ ترڻ تو 
لڳان! پٺي جي واپارين جا دڪان سامهون نظر ٿا اچن. 
جي. ٻي آڏواڻي، آر. ٻي. شوداساڻي، جئه ديال ڪپور 
جي. اين. سنگهه وغيره مهارٿي ته ويا آهن لڏي، انهنجي 
جاءِ تي مسلمانڪن نالن جا بورڊ ڏسان ٿو. پاڪستان 
جي پڻتي رهجي ويڻ جو هڪ ڪارڻ اهو به آهي جو 
پنهي جهڙي شيءِ ٻه پاڻ نٿو ناهي سگهي، بنگلا ديس 
۽ ولايت مان گهرائي ٿو.

پريرو برنس روڊ، گاڏي خاتو، رامباغ وغيره جي 
جهلڪ پسي هردي جي تارن کي وڌيڪ نه ڇيڙي 
ڪمري ۾ واپس ٿو اچان. جوانن جي فلمن تي رنگ 
ڪاميٽري چالو تي چڪي آهي........

'وي.سي-آر' يعني 'وڊيو ڪئسيٽ رڪارڊر' پاڪستاني 
وندر جو هڪ اهم انگ بڻجي چڪو آهي. ڀارت جون 
سڀ چونڊ فلمون لڪچوريءَ وڊيو رستي رليز ٿين ٿيو!

شهر جي گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ هڪ اڌ گهر ۾ وڊيو ٿيٽر 
آهي ٿي آهي، جتي ايران، دبئي، هانگ ڪانگ يا

سنگاپور رستي آيل هندي فلمون ڏيکاريون وڃن. ڪيترا دفعا ته پارٽ ڪان به اڳ هتي رليز ٿين! ڪائي رائلٽي نه، انٽرٽينمينٽ ٽئڪس نه، سيڪجهه بي قاعدگيءَ جي قاعدي موجب!

ٽين، ڇهين، نوين جا شوز ٿين. ڪپڙ جي ناليءَ گهر جي نمبر جي سلپ جهلي گهٽيءَ جي مُنهن وٽ بيٺي دلال هوڪو ڏيندو رهندو. ڏه رپيا ڏيئي، سلپ وٺي گهريلو ٿيئٽر ۾ وڃي گراهڪ ويهندو. ڇاليهارو ڪن چٽا ڪنا ٿيندا ته فلم چالو ٿيندي ۽ 'ريڊ' پوندي ته چوندا، "پارٽ ۾ مٽ مائٽ ڪنا ٿي فلم ڏسي رهيا هئاسين."

وڊيو لئبريريون به جام آهن. هزار کان مٿي فلمون 'سرڪيوليشن' ۾ هونديون ئي آهن. تازو ڪسٽم وارن ٥٣٠ ڪئسيٽ پڪڙيون، تن مان ٻه هيون آمريڪن، باقي ٥٢٨ هندي!

ماسٽر پرنٽ اٽڪل ڇهن هزارن جي ٿئي ۽ ڊپليڪيٽ ٧٠٠ ڪائي وڃي. هڪ ڪراچيءَ ۾ ئي سرڪار کي ان ڪري ٻن ڪروڙن جو ساليانو ڦٽڪو پئي ۽ محصول ۾ لڳي ٿو. هندستان جي نقصان جو ته ڪاٿوئي ناهي!

اميتاڀ بچن، دليپ ڪمار راجيش کنا وغيره جي نالن پٺيان ڪلبون ۽ 'ڪٽي ڪلبون' آهن، جڏهن روب تاب لائنس ۽ ڊائينرس ڪلبن کان وڌيڪ آهي.

رڻڇور لائين، لياري ڪوارٽر، لياقت آباد وغيره ڇتيل پاڙن ۾ اهي منئي ٿيٽر جام ٿين ۽ ٻهرئين ڏينهن جا ٢٥ رپيا ڏيکارڻ جا ورتا وڃن ۽ پوءِ اگهه گهٽبو وڃي.

ميزبان جو پٽ چئي ٿو، ”چاهيندي به توهان کي وڊيو نه ڏيکاري سگهندس جو گذريل مهني کان ڪاٺ ڪهاڙا کڻي سرڪار وڊيو وارن پٺيان ڪاهي پيئي آهي. هاڻي ته بس هڪ ئي طريقو آهي ته لاهور ۾ وڃي امرتسر مان هفتي ۾ ٻه دفعا ريلي ٿيندڙ هندي فلم ڏسجي.“

فلمن ۾ دلچسپي اوئين ئي ڪونهي. ويندو آهيان پائو چئي لاهڻ، پنهنجيءَ جي موڊ برقرار رکڻ! ڏسڻ چاهندو آهيان سينسر نه ٿيل انگريزي پڪچر، پر ’ڪل جواءِ‘ مارجي راڄ ۾ اهو ممڪن ڪٿي؟ اسلامي راڄ هجڻ ڪري پاڪستاني به اهڙين پڪچرن کان پرهيز ٿا ڪن ۽ هيڏي وڏي شهر ۾ ٻه چار انگريزي انڊين منڊيون فلمون هلن ٿيون ته ’سي‘ گريڊ جون ’نشوم نشوم!‘.

سوامي نارائڻ مندر سامهون لائيٽ هائوس آزاديءَ کان ٻه سال اڳ نهي ۽ اُن ۾ ٻهرين پڪچر رليز ٿي هئي — ’جواب‘. ڪانن ديويءَ جي ان سنگيت مه فلم هن بي سري شهر کي حال ته پنجويهن هفتن لاءِ سرمه بڻائي ڇڏيو هو. ’دنيا، اَءِ دنيا... طوفان ميل!‘ ’اَءِ چاند ڇپ نا جانا...‘ وغيره گانا لوڪ گنگائيندا ولندا هئا.

سلور جبلي ملهائڻ تڏهن ڪا سوکي ڳالهه نه هوندي هئي. هن کان اڳ آڱرين تي ڳڻڻ جيترين فلمن سلور جبلي ۽ آڱوڻن تي ڳڻڻ جيترين گولڊن جبلي ملهائي هئي.

ٻه ايائي ورهيه ان کان اڳ ٽي نام نهاد فلمون لڳ ڀڳ ساڳئي وقت رليز ٿيون هيون: قسمت، رام راڄيه ۽ شڪنتلا.

بامبي ٽاڪيز جي 'قسمت' صدر ۾ پلازا ۾ لڳي هئي. اشوڪ ڪمار جي چور جي انوکي اداڪاريءَ کي اڄ به ڪوئي مات نه ڪري سگهيو آهي. هڪڙي شيدي شيدائيءَ سؤ دفعا اها فلم ڏٺي هئي!

ٻي وڃيه پٽ جي رام راڄيه. هڪ ئي پڪچر جيڪا گانڌيجيءَ سڄي عمر ۾ ڏٺي.

شڪنتلا هئي ٽين پڪچر. شانتارام جي ڪاليداس جي امر ڪاويه تان ٺاهيل!

ٽيئي سلور جبلي ته آسانيءَ سان پار ڪري ويئون هيون، پر گولڊن جبليءَ تائين شڪنتلا نه پهچي سگهي. رام راڄيه سهڪندي پهچي ته ويئي پر اڳتي وڌي نه سگهي، باقي قسمت جي قسمت زور رهي! ڊائمنڊ، پلئٽينم ۽ الائي ڇا ڇا جبليون پار ڪندي ويئي هئي. ڪلڪتي ۾ ته چار سال هلي هئي ۽ هيڏن ورهين بعد 'شولي' هندو رڪارڊ ڀڳو آهي!

هندستان ڇا، پر ايشيا جو جهوني ۾ جهونو ٿيٽر،

ڪچر هائوس ۽ لائيٽ هائوس جي ويجهو ني بندر
ود تي آهي.

’آهي‘ نہ پر ڇوٽو پوندي تہ ’هو‘! چاڪاڻ تہ
ڊاٽي اُنهي جڳهہ تي پوري عمارت اُڀي آهي.

’گنيز بڪ آف فڪٽس‘ موجب چالو حالت ۾
ڀهوني ۾ جهونو پراجيڪٽر پڪچر هائوس جو آهي ۽
ڀيو ن نمبر احمدآباد جي انگلش سئنيما جو. ٻئي ٿيٽر
نهي شهرن ۾ اسانجي دڪانن سامهون!

سعيد منزل جي ٻاهران بندر روڊ تي تاجمحل سئنيما
انهي سامهون رنجيت اسٽوڊيو وارن جي رنجيت
ڪيز ۾ ’شادي‘، ’بيٽي‘، ’ڀڳت سورداس‘ وغيره
لمون ڏنيون آهن. ناديا جون ’هنٽروالي‘، ’طوفان ميل‘
سهراب موديءَ جون فلمون پڪچر هائوس ۾ تہ
ري ’سي‘ گريڊ جون راما، راڌي، گلوب وغيره ۾
لنديون هيون ۽ ٽي ٽي دفعا انٽرول ٿيندي هئي.
ڪارپور جي ٿيٽرن جيئان! ڪئپيٽال ۽ پئروائيز ۾
گريزي فلمون لڳنديون هيون.

گهٽن ٿيٽرن پنهنجا نالا بدليا آهن. نشاط، دلشاد،
يرين وغيره. بمبينو، ڪئپري، پئلس، پرنس، ريڪس
ريئو وغيره سئنيما هال بعد ۾ جڙيا.

پڪچر هائوس ۾ گهٽي ۾ گهٽيون فلمون ڏنيون
هن، پر اُن سان لڳاءُ پين سببن ڪري بہ رهيو.

## مڱهيپير ۾ ويڳاٽا واڳو



اُنجي بلڪل سامهون هوندو هو پتاجن جو دڪان. اڃا بہ آهي. ١٩٢٥ ۾ کوليل، اڃا بہ اسٽيشنريءَ جو ئي دڪان آهي.

صرف مانا ڪائي مٿي چڙهيو آهي. پتاجن جيان هن جو بہ ٻڍاپو اچي چڪو آهي. نالو ۽ مالڪ بدلجي ڪري بہ اِن ۾ جواني آڻي نہ سگهيا آهن.

سن ٻٽيهو ڪجهہ ديران دڪان ٻاهران بيهجي ٿو وڃان. صبوح جو هتي پهچي ماضيءَ ۾ کوهجي ويو آهيان وري.........

ريمنگٽن ٽائيپرائٽر تي ٽپ ٽپ ڪندي پتاجي نظر ٿا اچن. اڃا بہ اهوئي ٽائيپرائيٽر ڪم آڻيندا آهن، پر چٽ ڇهڻ مهڻي. گهڙڪندڙ اڳٿ واري وڏن ٻاچن واري

ستر پائي ٺه ٺه ڪندو چاچو نظر ٿو اچي. اچ بہ هو
ساڳي ستر پائيندو آهي، اڳيئن بہ گهڙڪندو اٿس،
ر ڏند هڪ بہ نہ هجڻ ڪري هنجي ٺه ٺه ۾ اها ٺاٺائي
ہ رهي آهي. پير جون ٽريون کڻندو مامو نظر ٿو اچي.
کڻندو اچ بہ آهي پر پير جي ٽري نہ...... جهونو مللزم
هٽلر اسٽائيل مڇن ۽ سيٺ سان 'چالان' ڦاڙيندي نظر
و اچي. اچ بہ مٿي تي جيڪو هڪ اڌ وار اٿس، اهو
سازي سلام جي اسٽائيل ۾ بيهارڻ جي ڪندو آهي،
اقي هٽلر جنهن ڏينهن چالاڻو ڪيو تنهن ڏينهن هن بہ
مڇن جو 'چالان' ڪيو ۽ وري نہ رکايائين.

فٽ بال جيان گول-مٽول منهن وارو بيو مللزم
ڙاهڪن سان هيرو انداز ۾ ڳالهائيندو نظر ٿو اچي ۽
مبئيءَ اچي هيرو ٿي چڪو، هيرو جي ڏاڏي جي رول
لاءِ بہ اچ ڏينهن تائين فٽ بال جيان پوري فلمي ميدان
ر شٽنگ ڪندو رهيو آهي!

اسٽيشنريءَ جي ان دڪان تي سالن جا سال هڻن
ڪي لڳ ڀڳ 'اسٽيشنري' اوستا ۾ ڏٺو هو...
بمبئيءَ اچي ان جڙ اوستا جو تياڳ ڪري 'چيتن' اوستا
ر اچڻو پيو، جنهن چيتن سيٺي کي جڙ بڻائي ڇڏيو آهي!
نٽشي ڪمپائونڊ جي وڏي حويلي ٽيٽر جي پاسي
واريءَ لين ۾ هئي پر نٽشي ان کان وڌيڪ اسان واريءَ
ڳليءَ ۾ رهندا هيا، جيڪا ٽيٽر سان لڳو لڳ هئي.

ڪارو ڊر ڇڏي هتي ڪجهه سال رهيا هياسين. برنس روڊ ۽ راماباغ ويجهو بعد ۾ وياسين. دڪان ۽ گهر جو فاصلو ٢٢ ميٽر به نه ۽ هيڏانهن بمبئيءَ ۾ ٢٢ ڪلوميٽرن کان به مٿي!

هڪ موجيرام جو دڪان لٿي ڪمپائونڊ جي ٻاهران هوندو هو. هو ڪافي رنگيلو هو. جوٽس کي مڇون بلڪل نه وڻنديون هيون ۽ ٻاڙيسرياڻيءَ کي بنا مڇن وارو مرد، مرد ئي نه لڳندو هو! رنگيلي راجا کي لاچار ٿي نقلي مڇون رکڻيون پيون هيون ۽ ٻاڙيسرڻ سان هاٿ ڪرڻ مهل اهي لڳائيندو هو! چوندو هو، ”آخر به ٻاڙي ۾ رهڻو آهي ۽ هتڙي ٻاڙيوارين جي گهر اڳيان اکيون هيٺ ڪري ته لنگهي وڃي سگهجي نٿو! چنڊ جو ٽڪر آهي! آهي نه منهنجي ياڳين پري به چنڊ جو ٽڪر پر اماس وارو ۽ هيڏانهن هيءَ پونم وارو.........“

ڪاليڊاسڪوپ جي پرزم جيان ماضيءَ جي الڳ الڳ دورن جون سيڊريون اکين اڳيان گهمنديون جاتل سڃاتل دڪان، دوراهن، دڪانن، درن وٽ پهچي گهٽر کان ٿيون ٿي اچي جهلن.

رشنڪني! ٺاسٽال وٽ پهچي اکيون ان روم طرف کڄي ٿيون وڃن جنهن ۾ نيدو چاچو رهندو هو. اڄ هو ڏيهن ۾ به دفعا ڏاڙهي لاهيندو هو ۽ بمبئيءَ ۾ اچي بن ڏيهن ۾ هڪ دفعو! روٽي کائڻ کان اڏ ڪلاڪ اڳ

پاڻي پيئندو هو ۽ ڪائنڊ ڪان ڪلاڪ پوءِ ٻه! بمبئيءَ جي پاڃ پيڃان ۾ بريڪفاسٽ، لنچ ۽ ٽفن، ڊنر جي وچم ٻه ايترو ٽائيم نه ملندو هوس.

برنس روڊ تي جتهن ٽوائي تي سنگهه جي شاخا مان موٽندي مهل دوست درا بيهي گپاشپا هڻندا هياسين ۽ چاچيون - ماميون پاچين وارن پٽين جي چپن وٽ بيهي انهن سان رڪ جڪ ڪنديون هيون. اُتي مبئيءَ جي ماهيم جا ميمڻ ۽ پوني جي بوري آليءَ جون بورياڻيون نظر ٿيون اچن.



برنس روڊ ڪان پهرين رامباغ جي پرڪرما ڏيون ٿا. يگوان رام هتي اچي رهيو هو، ان ڪري نبي پڙهن هند سان جڙيل پنهنجين يادگيرين کي ڪئو ڪرڻ لاءِ. هتي ئي هڪ دفعو جناح جو درشن ڪيو هو ته هڪ

دفعو ڪرپلاڻيءَ کي ٻڌو هو. ٻئي ضدي، ٻئي ڪانچ ٽوڙ پهلوان، ٻنهي جا اعلي دماغ، ٻئي سنڌي، پر سنڌين کان پري ڀڄندڙ. باقي گانڌي هڪ لاءِ ڀڳوان ته ٻئي لاءِ شيطان! پيا نيتا وڏا ليڊر به خوب اکرن جي بمبازي هن ميدان ۾ ڪندا هئا، پر ڇاتا وقتن سو پلئه نه پوندو هو، خود انهن جي به پوندو هو يا نه تنهن ۾ به شڪ آهي.

سهاڻي ياد باقي سنجوتي آهي نيتاجي بوس جي آزاد هند فوج جي لڪشمي بائي برگيڊ جي نوجوان ڪمانڊريس جي! هنجي چمڪاتي لانگ شو ۾ پڪيل خاڪي پينٽ ۽ بشرٽ ۾ سجيل سڊول شرير جي. خاڪي ڪئپ جي ٻنڌ مان نڪري ٻنڌ تيل ڇاتيءَ جي اُڀار سان کيليندڙ هنجي زلفن جي.

رامباغ جي ڏکڻ گيٽ سامهون اسانجي جهوني پر شاهي بلڊنگ اڃا اوڏهين ئي بيٺي آهي. انجو ٻيو منهن بندر روڊ ۽ فريئر روڊ کي جوڙيندڙ ڪچهري روڊ ڏي! هڪ هڪ فلور تي اٺ اٺ روم ۽ ٽيهه فوٽ ڊگهو هال! آرٽلري ميدان جي مسواڙي فليٽ مان اُتي هتي اچي رهيا هياسين ۽ نئين سر ٺهرائڻ سي سايعن ۾ ئي هياسين جو چڙهي پئي هئي.

بلڊنگ ٻاهران اسانجو هڪ مسواڙي جهوني پراڻي ڪباڙ جي پڙي ڪڍي ويهندو هو. پاڪستان ٿيو ته

هو ٻه مومن ٻڌيو ۽ اڄ ساڳي هنڌ تي فرنيچر جو دڪان
ڪيدي وينو آهي.

’آنا ميري جان... سعدي ڪي سعدي...‘ اهو فلمي
انو هڪ پراڻي گراموفون تي چئن سان هلائيندو هو.
ڄ ’سعدي‘ ته آهي، پر اُهو رڪارڊ نٿو وڄي!
باقي مان سو آيو آهيان!

رامباغ قلعو پڙهي سڏجي ته آرام باغ ٿو، پر گسڪڻ
ٻيڪلي ۽ گاه جي ٻارن جي جڳهه تي مسجد ڪڙي
ڪٽي ويئي آهي.

گنڊريل ٻن ٽن سالن کان گهڻو ڪري تفريح جي هنڌن
مسجدون ڪڙيون ڪيون پيئون وڃن.

ڪاريڊر جي وچ چوڪ ۾ فوهاري وٽ ٻه ته ڪلفٽن
مهاديو مندر جي ويجهو ٻه! منهوڙي ۽ منگهي پير
ٻه ته مليرَ ۽ صدر ۾ ٻه!

اورنگزيب جي ڦڪي ڪاپي ٻڌجڻ جي ڪري
ئي شايد ضيا.

هونءَ ملڪ جي ڏڪ گهٽ ڏه لک هندن ڪي ڪو
پولو ڪونهي. انهي ۾ لوڻ جيان سموري آدمشماريءَ
آهن ته ڏيڍ سيڪڙو مس پر وَٽ سان رهيا پيا آهن.
راچيءَ ۾ گهٽي ۾ گهڻا هندو شانائتي نموني رهن ٿا.
ڪٽر، انجنير، وڪيل ۽ سرڪاري ڪامورا. ڏنڌي
يءَ ۾ ٻه ’ڇگو نالو ڪمايو اٿائون. واپار ۾ پلي، پر

اِنڊسٽريءَ ۾ نه. سماج ۾ ڀلي، پر سياست ۾ نه. پوليس ۾ ڀلي، پر ملٽريءَ ۾ نه...... هڪ قسم جي لڇمڻ ريکا مقرر ٿي ويئي آهي.

وشواس ڪيو يا نه، سنڌ ۾ پاڪستان بڻجڻ بعد صرف هڪ دفعو ئي فساد ٿيا آهن. ڪراچيءَ ۾ ٦ جنوري ١٩٤٨ جو ۽ حيدرآباد ۾ ڊسمبر ١٩٤٧ ۾.

رامباغ ۾ مسجد جي ٿلهي تي ويهي پٽ کي اسان جي گهر جي سامهون واري رامڪرشن بلڊنگ ڏيکاري رهيو آهيان جنهنجي هر هڪ اڳاسيءَ جي گول ۾ اڃا تائين 'رامڪرشن' گهڙيل آهي، جو ملان جي بانگ ڏيڻ ۾ ٿي اچي. اسان چپ ٿي ٿا وڃون ۽ باقي سڀ جوان ڇاهي ٻيا نماز پڙهڻ ٿا لڳن.

ڪارو چشمو، سفيد ٽرائوزر ۽ ڇٽيدار ٽي-شرٽ، جنهن پٺيان بلو ڪلر ۾ اسڪرين پرنٽ ٿيل آهي 'آءِ لو نديم!' پهريان هڪ البيلي نازنين غريب ڪٽ ڏاڙهي، پر ڳيرو جوان سان عين وقت تي باغ ۾ گهڙي ٿي.

بانگ ڏيڻ جوان هڪي چئي ٿو، "ايڪسڪيوز مي، مئو، اِٽ ول ٽيڪ مي پنج منٽ فار د نماز!"

"او. ڪي. بيبي! ٽرسانءَ ٿي فاء منٽس، ٿون پنهنجي 'گاڊ' جي 'پريئر' ڪري وٺ!" نازنين ٻلڪائيندي، کلکلائيندي وراڻي ٿي.

اڏونڪ ٻگ جي هن پيدائش جو لڳي ٿو نه ڪوئي

پيار پيار جو چڪر آهي ۽ ڇوڪري هندو ۽ ڇوڪرو مومن آهي. ٽڙم مذهب جو سنگم سنڌي-انگلش جي ڇهرپدار پيل پري ۾ ٻڌائي رهيو آهي. هو نماز پڙهڻ ٿو لڳي.

گاگلس اکين تان هٽائي نرڙ تي باب-ڪٽ وارن ۾ انهن کي اٽڪائيندي هوءَ منهنجي پاسي ۾ ويهندي چئيندي، ”ايڪسڪيوز مي، هاتي ميري ساٿي! ويهي سگهان ٿي نه سائيڊ ۾؟ يو هئو نو سوئبل ٽو؟“

نبيو ٺهڪ ڏياتو. مومن يائر نماز پڙهي پوري ڪري ته وڏو ٽهڪ ماريندس. نيدگر ۾ ’سينس آف هيومر‘ (مذاقي مت) ڪافي انداز ۾ ٿو ڏسجي.

فري ڇوڪري آهي.



بلڪل فوري! توري دير جي چلبلاهٽ بعد پڇان ٿو، ”اهو ته نهايت بيو آهي. ميڊ ٽ آرڊر! توهان جي هن گهيروءَ سان فڪس ٿيندين ته توکي ٺي مسلمان ٻڌجڻو هوندو. سچ چيو نه؟“

”بلڪل اسٽيم انڪل جي!“ هوءَ کل کلائيندي چئي ٿي، ”هن ڳنڍيري... آءٌ مين گهيروءَ سان ’فڪس‘ ته ٿي وئي آهيان، بلڪل فيويڪول سان! مئريج بعد نو نيڊ ٽ چينج آور ٽرم آر مذهب. مرد کي پنهنجي پگهوان ’اگينسٽ‘ ڪائي ’ڪمپلينٽ‘ ڪونهي ۽ هو پنهنجي خدا مان ’سيٽسفائيڊ‘ آهي. سورگ هجي يا بهشت، ’اِٽ ميڪس نو فرق فار اَس‘، سمجهو گرائنڊ پا......“

”لائيڪ سنيل دت ۽ نرگس؟“

”پرفيڪٽلي رائيٽ!“ پنهنجي ٽي-شرٽ تي ’آءٌ لوَ نديم‘ ڏيکاريندي چئي ٿي، ”جيئن اسانجي هن ’مثني آئيڊل‘ جا افيئر......“ چوندي اٿي کڙي ٿي ٿئي جو ميان به نماز پڙهي پوري ڪئي آهي ۽ ”ٽاٽا“ ”باءِ باءِ“ ڪندي هيسان هلي ٿي وڃي!

هي ڪلجگ ناهي، فلم جگ آهي. ايشور، الله ۽ ايسا کي پاسيرو ويهاري پارسي ۾ ’امر، اڪبر، انٿوني‘ پڪچر ٿي نهي. انجو نقل پاڪستان وارا ٿا ڪن ۽ ’اڪبر، امر، انٿوني‘ ٿا ڪين جو هتي ’پرايرٽي‘ مسلمان کي ملڻ کپي. هتڙيون فلمون ئي آهن اڄ ڪلهه جي يگ

١٠ ١١ ١٣ ٢٠ !

هاليووڊ جي ڪاپي ڪري ٿو بمبئي، مدراس ۽ انهن جي ڪاپي ڪري ٿو ڪراچي ۽ لاهور. گريگري پيڪ، جيمس مئسن، لز ٽيلر........ ديو آنند، اشوڪ ڪمار، زينت اَمان...... وحيد مراد، محمد علي، شبنم........

رامباغ مان نڪري رڪشا ڪيون ٿا. مسٽرن جيان شهر جي 'فلائنگ وزٽ' وٺڻ لاءِ!

ڪياماڙي بندر اٽڪل ۷ ڪلوميٽر اولهه ڇيڙي تي آهي شهر جي. 'ڪور - علي' يعني عليءَ جو بندر سڏبو هو پهرين. هتان ئي منهوڙي جي ٻيٽ تي ويندا هئاسين.

منهوڙي تي سامونڊي پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ 'بريڪ واٽر' جي پٽ اَڏيل آهي. ٽڪڙيون ٽڪڙيون لهرون لڏنديون ڪڏنديون، گجي ۽ گڙگاٽ ڪنديون ڪناري وارن پٿرن سان ٽڪائڪ زور سان لڳي ڇنڊا اُڏائيندي رونقدار رونشو پيدا ڪن ٿيون.

منڊر اٽڪل ڏيڍ صدي اڳ اڏايل آهي. (صفحو ١٠٤)

آسٽرچ راڪ، بابا پٽ وغيره ٻيٽ به شئل شغل جا هنڌ آهن.

نيٽوءَ – جيٽي ڪياماڙيءَ جي اڌ واٽ تي اچي ٿي. اَڪو چارڻ ٻيا، سمنڊ ۾ ترڻ جوان ۽ مڇين کي اٽي جون گوليون کارائڻ ٻار هتي ايندا آهن. پرڀاهرو رڪشا گهمائي اسان واپس اولڊ ٽائون طرف وَرون ٿا.

بولٽن مارڪيٽ، ڪارو در، مٺو در، لياري ڪوارٽر وغيره اولهه ٽائون ۾ آهن.

اصلوڪي شهر جي قلعي کي ٻه در هوندا هئا. سمنڊ طرف جنهن در جو منهن هو اهو سڏجي ٿو ڪارو در ۽ برسات ۾ پرجي ويندڙ نئن طرف منهن وارو مٺو در.

نيٽو ۽ جيٽي کان ڪلوميٽر کن لهي اچڻ تي بولٽن مارڪيٽ وٽان ٽي شاهي رستا نڪرن ٿا. ڪاٻي طرف پورٽ ٽرسٽ، لياري ڪوارٽر، ڪارو در، مٺو در، ڪوڙي بغيچو وغيره. ساڄي طرف هاڻي سڏجندڙ چندريگر روڊ، نڪل روڊ، سٽي اسٽيشن وغيره. ٽيون ڏهه ڪلوميٽر لنو، شاهي رستو آهي بندر روڊ، جو جناح روڊ ٿو سڏجي ۽ پوري شهر جي وچ مان لنگهي، صدر ۽ ڊرگ روڊ جي وچم وڃي پورو ٿو ٿئي. اولهه، مبل ۽ نيو ٽائون وغيره هنجي ٻنهي پاسن کان وسيل آهن.

ڪالباديوي، گرگام جيئان گنجيل ڪارو در، مٺو در. پريل، لالباغ جيئان نيپيئر روڊ، رنڇور لائين، لياري ڪوارٽر ۽ سيان، ماهيم جيئان برنس روڊ، رامباغ، رتن تلاءُ وغيره. صدر آهي باندرا، پالي هل ۽ فريئر هال ۽ ڪلفٽن وارو پاسو شانتاڪروز ۽ جهو.

جهو، چوپاٽي ۽ شواجي پارڪ کي هڪ ئي هنڌ ڏسڻو هجي ته بيڌڙڪ ڪلفٽن تي هليا وڃو. اُنهن ٽنهي هنڌن کان سرس ئي پائيندؤ ان هوائي بندر کي!

مهني ماس هواخوريءَ لاءِ هتي ضرور ايندا هيا سين.
وڪٽوريا اوٽ موٽ جي حساب سان پاربي هئي.
پنهنجو ڪٽب ته ويهجي ويندو هو، رونگ ۾ پاڙي
جو هڪ آڌ پائي به.

گاڏي خاطي وٽان ٽي وڪٽوريا ڪبي هئي. اڳ
هتي ڏوليون بيٺيون هونديون هيون ويهين صديءَ جي
شروع ۾. پوءِ ته ٽرامون پيئون جنکي گهوڙا ڇڪيندا
هئا. بعد ۾ آٽوموبائل تي هلڻ لڳيون. بسيون گهٽو پوءِ
آيون، پر گيئر بدليندي ٽرام جو ڊرائيور جو کڙڪيدار
آواز ڪيندو هو، اُنجو لطف بس ۾ ڪٿي. هاڻي ته نه
ٽرام رهي آهي، نه ٽانگو، رهي آهي آٽو ۽ ٽوياٽو!

آٽو ۾ چڪر چاڪاريندي ڪلفٽن جي ڪوناري پل
تي اچي بهتا آهيون.

چوَڌاري مڪانن، مسجد کان گهيرجي مهاديو مندر
ائين لڳي رهيو آهي جيئن ڪوئي مرد ٽرين ۾ سفر
ڪندو هجي ۽ هنجي ڊبي پاهران ليڊيز ڪمپارٽمينٽ
لکي ليڊيز گسي اچن.

شربت جا گاڏي وارا، ايڪڙ بيڪڙ کومچي وارا،
تيل ماليش ۽ بوٽ پاليش وارا ۽ شهر گهمڻ لاءِ بسين
۾ آيل ڳوناٺا نظر ٿا اچن.

صبوح جو پهر، سمنڊ جو ڪنارو، پوءِ به هوا جو
نالو ناهي. پل ڪٽي جڳهه جو نالو هوا بندر آهي!

اڳ جڏهن بہ آئيس پنهنجن سان ٿي ۽ شام جو،
اڄ پڻ سان آيو آهيان ۽ صبوح جو.

پنهنجي ٻه شاديون ڪيون. ١٩٢٤ ۾ پهرين، جيڪا چار سال رهي ۽ ٻار ڄڻڻ بنا گذاري ويئي. ڪنواري ٻار جي آڌ ۾ همسان گڏ فوٽو ڪڍايو هئائون جو جهوني البم ۾ نهايت ئي جهيڻي حالت ۾ اڃا بہ پيو آهي.

بعد ۾ هن ٻي شادي ڪيائون، پر هوءَ بہ ٻن سالن بعد گذاري ويئي تہ سنہ ١٩٣٢ ۾ ٽين شادي رچايائون.

ڪوٽڙي پل جي پاسي وارو بغيچو، ابيج ڪنان سو ويڪ وڻندو هو پنهنجن کي ۽ زندگيءَ جون، جوانيءَ جون ڪيتريون سونهري گهڙيون اُتي گذاريون آهن هن.

سمنڊ جيئان اونهين ۽ وشال پهرين پتني، سمنڊ جي لهرن جيئان چنچل، چپل ٻين ۽ سمنڊ جي ڇول جيئان سلوڻي، سهاڻي ٽين!

الائي ڪهڙين يادين ۾ کوهجي ويندي ڏٺو هو پنهنجن کي ان هنڌ. ٻارن سان يا پتنيءَ سان ڳالهائيندي ڳالهائيندي يڪايڪ چپ ٿي ويندا ۽ ساگر جي لهرن ۾ ڪجهه ٽٽولائيندا رهندا.

اڄ پڻ وايون ڪن، وڻجارا وڃڻ جون،
هڻ هارا سپرين، رئان تان نہ رهن،
آئون جهليندي ڪيترو؟ آيل! سامونڊان،
اسگهه چوڙي جن، وڌا ٻيڙا جل ۾.
( شاه )

مان بہ ڪجھہ دير ويھي لھرن کي پاڻم آنڪ مچولي
يليندو ڏسان ٿو، پر ويچارن ۾ ڪوھجي نٿو وڃان.
موٽندي مھل فريئر ھال وٽ ئي لھي ٿا پئون. نالو
دليو ويو آھي، بيو بہ گھڻو ڪجھہ بدليو ويو آھي.
ھجي وات ائين لڳي رھي آھي جڻ مومل جي ڪاڪ
ھل ۾ وڃي رھيا آھيون. ڪلبون، شاندار بنگلا،
سانئنا رستا ۽ سھڻا سبز لوڪ!



ھتان شھر طرف واپس نہ وڃي ڪنٽونمينٽ طرف
وڃون. مٿاھين زمين تي ھجڻ ڪري ٽڪري بہ
نڊجڻ ۾ اچي ۽ بندر روڊ ايڪسٽينشن ڪري بہ ڪوئنس.
سنگاپور جي ھاءِ اسٽريٽ ۽ ھانگ ڪانگ جي
ڪوانگ - ائوويدو کي مات ڪري ڇڏيو آھي
ڪنٽونمينٽ!

اصل هتي ملٽري ڪوارٽرس هوندا هئا ۽ فرنگين جا ايڪڙ ٻيڪڙ بنگلا.

ڪڇلو روڊ تي پنهنجي هڪ جهوني دوست جو گهر آهي. نمبر جي خبر آهي. آيا ئي آهيون ته لڳي هات هنجي چاڪ چڱائيءَ جو ٻ پڇندا وڃون. هوڏانهن گهر ڇٽي مان لڀجان ڇوٽو!

ڪنهنڪان ڏس پڇڻ تي بمبئيءَ جي ٻيم پلاسڻ جيئان "آڳي جائو" چئي، پاڙ آڳي جائو تي ٽا وڃن!

ڪيترو نه فرق آهي سنڌ جي ڳوٺن ۽ شهرن ۾!

ٽڪجي ڪري هڪ ٽانگي واري کي آراڏنا تو ڪريان، "فلاڻي نمبر تي پهچائيندين؟"

"نو رپيا!" ۽ ڪجهه رڪ جڪ بعد اٺن تي راضي ٿي تو وڃي.

مشڪل سان هڪ فرلانگ هلي، ٻن رپين جي چاڙ هٿ ۾ اڳم ئي ڏيئي چئي تو، "نڪالو دس رپئي ڪا نوٽ... تمهاري جگه آ گئي!"

دهليءَ جي اناگير اسڪوٽر وارن ۽ بمبئيءَ جي ٽڪرم ٽئڪسيءَ وارن سان پڌا ڪدا پلؤ اٽڪندو رهيو آهي پر ڪراچيءَ جو هي ٽانگي وارو ته انهن جو ٻ گرو نڪتو.

الائي ڪٿان امپورٽ ٿي آيو آهي؟

اسانجي ڏينهن ۾ ٻ ته ٽانگي وارا هوندا هئا ـــ ايا ٻ چوان وڪٽوريا گاڏيءَ وارا! گاڏيءَ ٻنيان تختو لڳل

هوندو هو ۽ اسڪولي ٻار انهن تي پيٽ ڀر لٽڪيل پوندا
هياسين ۽ ائين مفت ۾ ڪڏهن صدر جو ته ڪڏهن
انيٽوءِ جيٽي، جو سفر ڪري اچبو هو. ڪوچوان کي خبر
هوندي هئي ته ٻنيان ڪو لڪل آهي، نه صرف ڇهبوڪ
جو هڪ ٻه ٺڏڙو گهمائي گاڏي تڪڙي ڀڄائيندو هو.

بين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ آميريڪن سولجر سڄي شهر
۾ ڇانئجي ويا هئا ۽ انهن جون ٻه ڪون هونديون
ڪيون صدر ۽ برگ روڊ ۾. گاڏيءَ وارن کي خوب
ڪمائي ٿيندي هئي جو هو به ولائتي واهن بدران ديسي
ڀاڙن ۾ سفر سپاتو ڪرڻ وڌيڪ پسند ڪندا هئا
پيٽرول جي به تنگي هئي. انگلنڊ ۾ منسٽر به ٿوري
فاصلي لاءِ سائيڪل ڪم آڻيندا هئا. مطلب ته گهوڙا
گاڏيءَ وارن جا وارا ڇارا هئا.

ٿامي سولجر ڏسندا مس ۽ اصل ورائي ويندس.
"وات مني ڪياماڙي گو؟" ڪياماڙي هلڻ جا
ڪيترا پئسا وٺندين؟ ٿامي پڇندو.
"لات صاحب، ڪم ڪم، خالي ٿو آنا. ڪم ۽ گو
خالي ٽري آنا."
هڪ چوندو ته جهٽ ٻيو چلائيندو، "صاب صاب،
صدر ڪم. آءِ ڪٽ يو خالي ون آنا ۾......!"
(هيڏانهن اچ ته گهٽ ڪيئن ۽ هڪ آني ۾ وٺي هلئن!)
انهنجي چشڪيدار لفائي انگريزيءَ جي ڀيل پوري

ٻڌي آمريڪن سولجر 'هوُهوُ' ڪري ٽهڪ ڏيڻ لڳندو ۽ ڪجهه دير لاءِ پيلن جپانين جي ڀرو وڃان پيلو تيل ڇهرو به لال ٿي اُٿندو......

ڪٿي آهن اهي گاڏيون اڄ؟ ڪٿي آهن اُهي گاڏيوان؟

اوچين جپاني موٽرن، ٽريڪرس ۽ ڊيزل ڪارس ۾ بنگلن ۽ بزارن ۾ ڪٺ پتلين جيئان لوڪ ايندا ويندا نظر ٿا اچن — مشين يگ جي تڪڙي اُپج!

ولايتي مال سان ڀريل دڪان ڏسي اکيون چڪاچوند ٿي ٿيون وڃن. دل ڏاڍي سرڪڻ ٿي لڳي.

ٻڌ ڪي بار بار چوانتو، "ڪئميرائون، ڪئسيٽس، ڪپڙا ۽ واچون ڏسي تنهنجو من نٿو وڇلت ٿئي؟"

راجرشي جنڪ منهنجو سپاٽر جئيٺو، "ونڊو شاپنگ ڪرڻي اٿوَ ته ڀلي ٿي ڪيو ولايتي شين جي، باقي خريداري ته نج پاڪستاني هٿندي ڪرافٽس جي ئي ڪنداسين."

چئي ته سچ ٿو. جپاني ڪئميرائون ۽ سئيز واچون ته ممبئيءَ ۾ به گهڻيون ٿيون ملن، پر سنڌ-ياترا جي يادگيري قائم رکڻ لاءِ ته مارويءَ جي لوئي ئي وٺي وڃڻ کپي. ڪشمور جي جنڊي، گهوٽڪيءَ جو جست ۽ پتل جو ڪم، روهڙيءَ جو تسر ته لاڙڪاڻي جي ڪٽ. گمبٽ جون چاندنيون ۽ کيس، جيڪب آباد، نوشهري ۽ سانگهڙ جون فراسيون ته جوهيءَ جا نڌا ۽ بوبڪ جا غاليچا.




امپريس مارڪيٽ، ڪراچي

عمر ڪوٽ جي جنديءَ ۽ چوڙا، چاچڙو ۽ مٽيءَ جا ٺڪا ۽ ٺاڪريون ته هالا جو ڪاشيءَ جو ڪم. نصرپور جا اڄڻ ۽ سوسيون، حيدرآباد جي ميناڪاري ته نٽي جون گرهيون ۽ اجرڪ......

مطلب ته مالامال آهي ملڪ ديسي دستڪاريءَ سان ۽ ڪراچيءَ ۾ سڀڪجهه ملي رهيو آهي.

ٿنيون، اجرڪ، لونگيون وغيره وٺون ٿا. وڌيڪ جيڪر وٺون پر گهر ۾ ڪا نندي نينٽي نينگر ناهي. پنهنجي ڪانوينٽ پڙهيل ۽ نهر ٻه اهڙيون ئي وندي جن کي سنڌ ۽ سنڌيت جي نالي ڪان چڙ ٿيندي. پوءِ گهر واهڻي ڪرڻ لاءِ رلو ڀرو، پوتي - وڳو يا نٿ - جهمڪو چا لاءِ وٺون؟

ايلفنسٽن اسٽريٽ، ڪچلو روڊ، دائود پوٽا ۽ هارون روڊ ته چڪا چڪ پريا پيا آهن.

چندريگر روڊ برنس گارڊن وٽ ڊاڪٽر ضياالدين روڊ، اسٽيڊيم وٽجهو نذرول اسلام روڊ، جهانگير روڊ، ڪشمير روڊ، يونيورسٽي روڊ وغيره آهن جتي پانت پانت جون چيزون ۽ ماڻهو ملن ٿا.

شڪارپوري ڪالوني ۽ عامل ڪالوني صدر جو شان هونديون هيون. شڪارپوري ڪالونيءَ ۾ شڪارپوري عالم حيدرآبادي عاملن جيان رهڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ته عامل ڪالونيءَ جا حيدرآبادي وڏي

ڪار پوري پائبندن ڪان ڌنڌي واپار ۾ گوءِ کڻي وڃڻ
جا انسٽا ٻڌندا هئا.

پاڪستان ٺهڻ مهل ٻنهي ڪالونين جي جوشيلن جوانن
لي ڪري ٻارهن ٻمن ٺاهڻ جي يوجنا ٺاهي هئي جنهن
مان سرڪار کي اُڏائڻ وارا هئا! پر ٻارهون ٻم ٺاهيندي
اٽي پيو ۽ ٻه جوان اتي ئي ڍيري ٿي پيا ۽ ٻين کي پڪڙيو
يو. سڄي اسڪيم ٺُس ٿي ويئي هين.

شام جو منگهيرو چاهيندي ٻه نٿا وڃي سگهون،
ڻتي اُتڙا ته ڪارخانا ۽ ڪاروبار کلي ويا آهن جو
يگاٽن واگهن کي ٻه ونڊر ٿي ويئي آهي. منگهي نالي
ير جي قبر کي هندو لالا جسراج ڪري سڏن.

پٽ کي رتن تلاءُ، هرديوي اسڪول، ڊي. سي.
سڪول، آرٽلري ميدان گهمائيندي مٿن مائٽن جا گهر
پنهنجا اسڪول ڏيکارڻ ٿو لڳان.

سعيد منزل ۾ چاچي جي گهر جي بالڪني جنهن
ان دولهه جي ڏينهن تي خاص ڪري چڙياگهر طرف
يندڙ مسلمانن مٿان پاڻيءَ جا ڦوڪڻا ڦٽي ڪندا
يا سين، ڊيسوهال جنهن جي لئبرريءَ ۾ ويهي فلم انڊيا،
سند آبزرور ۽ سنسار سماچار پڙهندو هوس، وغيره اسٽان.

ٻيو ڏينهن به رهڻ جو ارادو آهي پر نٿا رهون. صبوح
و ڪاريڊر وڃڻ لاءِ پنڌ نڪرون ٿا ته هڪ پوليس وارو
ڪافي دير تائين ڪيڏ ٿو لڳي. ٿي سگهي ٿو ڀرم هجي،
ن ’ٽرمنائيز‘ ڪندو هجي، پر ڪجهه به هجي، اُن
تهل ئي ڪراچي ڇڏيون ٿا.

٨- پير ڳوٺ، حر ٽوٽ

# پيرَ جو ڳوٺُ

نندپڻ کان ئي حرن جيّ جانبازيءَ جا ڪارناما ٻڌي
هردو ويهه ٽيهه رس سان پڙهندو رهيو آهي.
پير پاڳاري کي حر خدا کان ٻه وڏيڪ ڪري مڃين.
سيد شاهه علي مڪي، محمد بن قاسم سان گڏ
سنڌ ۾ آيو ۽ گدي قائم ڪيائين. جيڪي مريد صبغت الله
سان وفادار ٿي بيٺا، انهن کي هن ڪربلا ۾ حسن حسين
سان گڏ شهيد ٿيل 'حر' جو نالو ڏنو ۽ انهن هنجا مريد
سڏجڻ ۾ آيا ۽ پير ڳوٺ ۾ پير پاڳاري جي گادي قائم
ڪئي ويئي. ٻيا مسلمان وزي چڙ وچان هنن کي لُر
ڪري سڏن.
هٽلر جي 'نازي' پارٽيءَ لاءِ مشهور آهي ته ٻنا چوُن
چان جي پنهنجي ليڊر لاءِ جان قربان ڪرڻ ۾ ٻه نه
هيڪچائيندا هئا. جرمن ته ترقي ڪيل، تعليم يافته فرنگي
آهن، پر اڻپڙهيل، جاهل حر وفاداريءَ ۾ هنن کان
ٻه ٻه رتيون وڌ ئي آهن.
يهودين کي، ٻين مهاڀاري لڙائيءَ وقت هٽلر جرمنيءَ



حيڪلو حر



پير جو محل

۾ ڪانسنٽريشن ڪئمپس الڳ الڳ هنڌن تي کولي؛ بند ڪيو هو ۽ گئس چيمبرن ۾ دوسي ۽ ٻين طريقن سان ست لکن کان وڌيڪ يهودي ڪُٺا هئا.

انهن ئي ڏينهن ۾ انگريزن به حرن کي ساڳيءَ ريت باندي بڻائي، لوڙهن اندر رکيو هو.

حرن جي رسم موجب شادي ڪري حر کي پنهنجي زال کي پهرين رات پير صاحب وٽ موڪلڻي پوندي هئي.

پير صاحب کي پوءِ جيترا ڏينهن دل پئي ھنکي رکي. پيءُ کنھن زال يا ڇوڪريءَ تي به دل ٿئيس ته صرف اشاري ڪرڻ جي دير ھوندي ۽ انکي حاضر ڪيو ويندو. ھندو ڇوڪرين ۾ ٻيا پير ته خاص دلچسپي ڪونه وٺندا ھئا، پر ھي وٺڻ لڳو ۽ حرن کانسواءِ ٻين مسلمان زالن ۾ به، اُنتي ڪافي ڇوٻولو مٿو. ڦولت به حرن ڏاڍي مچائي، تاھن پير کي گرفتار ڪيو ويو. جيل ۾ بينگالي انقلابين جي سنگ ۾ آيو ۽ انگريزن لاءِ نفرت وڌي ويس.

ڪراچيءَ مان گھڻائي سرڪاري عملدار ۽ منسٽر وغيره ٽرين ۾ سکر وڃي رھيا ھئا. جنکي اڳيم سٽس پئجي ويئي سي حيدرآباد ۾ اُئي لھي پيا جو ٽرين حيدرآباد کان اَڳتي اُڏري لال طرف وڌي ته حرن اُن کي ٻيھاريو ۽ سموري ٽرين ڦڙي لٽي، مسافرن جي خون جون نديون وھايائون.

پوءِ ته انگريز به ھنن جي پنيان ڪاٺ ڪھاڙا کڻي ڪاھي پيا. پير کي ڦاسي ڏني ويئي ۽ ھن جي ننڍن پٽن کي انگلنڊ ۾ نظربند رکيو ويو.

ھينئر حرن جو تاثير گھٽيل آھي. انگريزي ماحول ۾ پليل پير گديءَ تي ويٺل آھي. پر سنڌ جي راجنيتيءَ تي اڄ به حرن جو ڪافي اَثر آھي.

سکر براج وٽ بس جي انتظار ۾ ويٺي ايڪڙ ٻيڪڙ حر نظر اچي ٿو.




ٿنيچر ڇانهه جي دابي کي ١٢–١٣ سالن جو ٿنڦنيو ڇوڪر هلائي رهيو آهي. ضرورت نه هوندي به هنکي چوان ٿو، "ڏکڻ جي اِئين ته ڪا ڳالهه ناهي، تو جهڙو ڪرانت ڇوڪر جڏهن رعب سان ڇانه جو دڪان هلائي ٿو سگهي ته پوءِ آسانکي کهڙو پئو، پر پوءِ به سڄ وچي گهر سکي ٿيو ۽ بس ڪائي نظر نٿي اَچي. سکي جي ڪائي نظر به ٿي اَچي ته بيهڻ جو نالو نٿي وٺي. ماجرا ڇا آهي؟"

"هانءُ جهل ڪر، ديوان. اَج ساڏيلي ۾ آهي توهان واٽين جي ميلي جو آهي پويون ڏينهن، تڏي سڀ بسون پريان ڀراڙين مان ئي ڀرجي پيون اَچن."

سالن کان بمبئيءَ جي بسين سان ڪروڪيٽر ڪندو رهيو آهيان ۽ ارجن جيئان وڌندي اَکشوڻي مسافرن کي پار ڪري بس ۾ استان پراپت ڪيو آهي، پر ههڙي جت ڪڏهن نه ٿي!

چند سيڪنڊن لاءِ چڪاچڪ پريل هڪ بس بيهٽي.

ماڻهو نه هڪ به نٿو لهي. مال جي هڪ اڌ ڳوڻ لهي ٿي ۽ اسان به نه ڪيون ٿا هم نه لم، بس جي ڇت تي چڙهي ٿا ٻهون. ٽيڙن سوڊو پٽ تــ جلدي چڙهي ٿو وڃي پر مونکي مٿي چڪڻ لاءِ هڪ حر ڪافي اٿو پوي، پر ٽي هٿ ڏيئي چڪي مٿي ڪنٿا. ڇنت تي به جڳه ڪونهي پر جڏهن 'هڪ هاٿيءَ' کي اُتي چاڙهيوئي ويو آهي ته ان لاءِ جڳهه به ته ڪرڻي ئي پوندي! ڇت ڪيپري ڏاڙهيءَ واريءَ حر جي مٿان ۽ ڪنيين جي ڳوڻ هيٺان اڌو اڌ سٽيو وڃان ٿو. نديي هوندي بس جي ڇت تي وهڻ جي تمنا هوندي هئي اها به پوري ٿي ٿئي ۽ وڏي هوندي اُن جي جهوبن کــائڻ جي، اُها به پوري ٿئي ٿي...... چوڌاري گهنگهور جهنگل ڏسي حرن جي حرڪتن جا ڪارناما ياد ٿا اچن!

حرن کــي يهودين جيئان ڪانسنٽريشن ڪئمپس ۾ نظربند رکڻ جو قاعدو سنه ١٩٤٢ ۾ پاس ڪيو ويو هو ۽ پوءِ به هنن اهڙو رڻ ٻاري ڏنو هو جو هنمکي منهن ڏيڻ لاءِ سانگهڙ جي تعلقي ۾ ۽ منڇر ڍنڍ وٽ 'پئراٽروپس' رستي ملٽريءَ کــي لاهڻو پيو هو! اهڙو مثال اُن مهل تائين هندستان ۾ ٻي ڪٿي نه ٿيو هو!

روڊ سان ڪافي رستو ساڻ روهڙيءَ جو ڪئنال ساڻ هليئو. ڪجهه هانءُ جهل ٿيئي. چوڌاري ڏهاڙا ٻيلا لڳــا پيا آهن ۽ اڳتي هلي ڪئنال به وڃڙجي ٿو وڃي.

ڏڪندڙ دل سان پير ڳوٺ جو انتظار ڪيان ٿو. آخرين
۾ منهن وڌو آهي ته ڇالاِ ڪان چو ڇڙڪان؟

آخر ڳوٺ اچي ٿو. ڇيلهه سڌي ڪري هيڏانهن
هوڏانهن ڏسون ٿا. ٽانگو نه ڇا، ڪوئي وهٽ، ڪولي
ساڌن نظر نٿو اچي. هڪ مست ملنگ ٻڙ جي وڻ
هيٺان ويٺو آهي. هنڪان پڇان ٿو، ”فقير صاحب،
سواري نه ڪائي نظر نٿي اچي، ٻڌاء ته ٻائي جي ٻنيءَ
ڪيئن پهچون؟ گهوڙو پري تيندي هنتون؟“

”نٿي نظر اچي؟ چو نظر اچي؟! هن مستوام جي
هوندي اچي ٿي چو نظر... ويهي ره ٻيڻيءَ تي، ڪٽي
هلي پهچائيندي ٻائي جي ٻنيءَ تي... هيڙي فرسٽ ڪلاس
سواري ٻي ڪهڙي ملندء......“

هنڪان جند ڇڏائي اڳتي وڌون ٿا. گڏه گاڏي
هڪليندو هڪڙو ڄڻ وڃي رهيو آهي. هو اسانجا ٽپڙ
ڪٽي گاڏيءَ ۾ رکيتو ۽ صحي سلامت ٻائيَ جي ٻنيءَ
۾ پهچائي ٿو.

مائٽ جي دوست جو مائٽ پيرڳوٺ مان گهمڻ آيو
هو ۽ اوچتو ملي ويو هو. هنجي گهر آيا آهيون. هو
اسانجي چني دير سان ملڻ ڪري شڪارپور اسان کي
وٺڻ ويو آهي ۽ اسان ڪراچيءَ مان هت اچي پرگهت
ٿيا آهيون. ڪوئي به گهر جو ڀاتي سڃاڻي نٿو، پوءِ
به ايتري خاطرداري ٿئي ٿي ڄڻ جنم- جنمانترن جو
ناتو رشتو آهي!

”وڃائي ڇڏيئہ،“ ميزبان پنهنجي ڳوڻائي ڪبڙي جي ڏول ٽوپيءَ کي گهمائيندي چيئنو، ”پيرڳوٺ ۾ اچي تيور نہ ڪائيندين؟ اصل چيٽي وڃائيندي ناهي ٿو ونان، اڙي او چمٽي، مهمانن لاءِ ڏڌ آندءِ........“

٧-٨ ورهين جي نيڳر چمٽي ڏڌ جا گلاس ڪٽي پهچندي اچيٽي ۽ مان بہ ليسنائين پنهنجي ويشو هجوڻ جا سرٽيفڪيٽ پيش ٿو ڪريان. مونسان ’تون‘ ڪري ٿو ڳالهائي ۽ منهنجي پٽ سان ’توهان‘ ڪري. هنڪي چيئنو، ”ٻر توهان نہ سائين ڪائيندڙ پيئندڙ آهيو نہ؟ تيرڻ نہ وٺندو هجيو نہ مچي ڪائو، صبوح جو ئي اچا ڪوٺڙيءَ مان گهرائي آهي......“

پٽ بہ چيئنو، ”مان بہ پائو، بيت کي قبرستان ٻڌائڻ جي فائدي ۾ ناهيان!“

”حد ٿي ويئي،“ ميزبان دکي ٿي چيئنو، ”اصل وڃائي ڇڏيوَ! سيوا ڪرڻ جو موقعوئي نٿا ڏيو!“

چوانئو ”چوڻا شرمايو؟ اسان هتي آيا آهيون گهمڻ ۽ جي ڪاڏي پيئي ۾ ئي مگن رهياسين، تہ پوءِ ٿيو خير! ... سڀ ڪان پهرين تہ پاسپورٽ ۾ انٽري ڪرائڻي آهي. صبوح جو اُتي پهرين پهرين ضرور وڃي.“

”وڃائي ڇڏيئہ! اصل چيٽي وڃائيندي ڪرائي ٿو ڏيانوَ!“ سچ پچ چيٽي وڃائيندي پٽ کي سڏي ٿو، ”اڙي او ڏنا. وڃ هاڻي ئي ديوان کي مڪي صاحب وٽ وٺي وڃي پاسپورٽ ٺهرائي اچ!“

مکيءَ جو گھر پاسي ۾ ئي آهي. ٽوُڪ، سگداسي
ور ۽ سائي ساڳ واري روٽي هو ڪائي رهيو اهي
نهنجي اڇڻ تي ڪاڏو اڏ ۾ ڇڏي اُتي پاڪر پائيتو.
اسپورٽ ٻاسپورٽ سڀ ٽي ويبدو، پھريون گراهي
ي وتو، پيو بسڀ پوءِ."

---

ڏنو چوندوئي ٿو وتي تہ هُتي طعام تيار آهن، هي
جا مهمان آهن، پر هنکي بڌي ڪير ٿو؟ ٽوُڪ ۽
ـ ساڳ ڪائڻ زوريءَ ويهاريو ٿو وڃي. پاپڙ هاپوسي
ـ ۽ فرج جو ٺڍا ٺار پاڻي اُن پنيان!

يپرڳوٺ جو مکي بہ لقائي ٻاٺهو آهي. هڪ اوپري
سيءَ کي ڪائڻ لاءِ جڏهن هيڏا زور ٿو ڀري تہ
وغيره سان کھڙي جٺ ڪندو هوندو؟

"هاڻي هڪڙا اَٺ ڏيهن هتي رهي پئو ۽ اسانکي
جو موقعو ڏيو! ڏسو ڪائي تڪليف ٿيوَ ٿي!
ي آگر تہ ڪٽي، اصل بوداٽو ڪيي ڇڏيائس..."
"سو تہ ڏسي وٺبو، پر هاڻي تہ پاسپورٽ جي
ٽيءَ' جو ڪجھ ڪيو."
"ڇٽين ادل، اجهو هاڻي جو هاڻي ٿو اها بہ تانگھ
ن!" انهيءَ وقت ئي فون گهمائي ٿو، "ديجهان،
ڪاٽي...... پيو بڌ، انڊيا مان بہ مهمان آيا آهن،
تا پاسپورٽ موڪلينءَ ٿو، تن ۾ هاڻي جو هاڻي
ي ڪرائي موڪل....."

مون پوليس سپرينٽينڊنٽ کي لي ڪيو هئائين ۽ پنجن منٽن ۾ انٽري تي پاسپورٽ واپس ٻ ٿا اچن. مان آتيئي وينو ٿو هجان. ضرور يا ٻئي ڪيڏانهن وڃڻ جي ضرورت نٿي پوي ڪئون سان!

”اها ٽانگهه لئي، هاٿي هلو ته ساڌٻيلي مان ٿياري اچانوَ. ورسيءَ جو پوئون ڏينهن آهي!“

مکيءَ جي منڪ موهينڊرو آهي. سوني جو ڏند پيو اٿس، ان سان وڏيڪ موهينڊرو تي لڳي. بندوق-تمنچو رکڻ جي پروانگي مليل اٿس. ڳوٺ جا وڏ-وڏيرا سڀئي هنڪان ڪن هٽندا آهن. اوڪيءَ سوکيءَ هيءُ ئي ته ڪم ايندو آهي. ڪافي جايون-زمينون هتي چاهي سکر ۾ اٿس.

صبوح جو ڪراچيءَ ۾ پنجين بجي کان گهميا آهيون ۽ سفر طئه ڪري هتي اچي پهتا آهيون. راتجا ٻارهان وڃي چڪا آهن. شرير چڪا چور ٿي رهيو آهي. پوءِ ٻ ساڌٻيلي وڃڻ کان انڪار ڪيئن ٿا ڪري سگهون؟ ههڙا موقعا روز روز ٿورو ئي ملندا آهن؟

سوز کي جيب ۾ سنڀجي ويهون ٿا ۽ بس مٿان چبڙي جيئان لٽڪندي جو سفر طئه ڪيو هو سو جيپ ۾ سئد وچ تي ويهي واپس طئه ڪيونتا.

* * * *

صبوح جو پنجين بجي واپس پيرڪوٽ، ساڌٻيلي مان

موٽيا آهيون. ٻه ڏينهن اڳ ڇپيل جي ڇوويهه ڪلاڪ کيس گذري ويا آهن انهي سمڪ ئي نه رهي آهي!

ڪوٺي تي ڪتان وڇايون ويٺيون آهن ۽ ليٽندي ئي ننڊرا ديوي پنهنجي آغوش ۾ گهلي تي وٺي. ڏهه وڳي ڇڪا آهن جڏهن ”وڃائي ڇڏيڻ!“ جو نعرو ٻڌي اک کلي تي.

پاسي واري کٽ تي پٽ نظر نٿو اچي. ڇا ڪوٺي ۾ نه پڄائي ويس؟

ڏندڻ ۽ لوٽو ڏيندي ميزبان چيئين، ”وڃائي ڇڏيڻ! جوان ته ڏني سان گڏ موٽر سائيڪل تي صبوح جوئي هليو ويو آهي. فڪر نه ڪر، ديوان! شام تائين سوري نه ته اڏ سنڌ ته گهمائي ئي ايندس......“

هيٺ اچي، نـاشتو پاڻي ڪري وري جهپڪي لڳو وتـان. سنجهه جو ماني کائي، ٻه چار اوٻاسيون ڏيئي نڪري ٿو پوان ڳوٺ جو واءُ ساءُ وٺڻ.

پٽ ۽ موٽر سائيڪل تي نوابشاهه وغيره گهمي آيو آهي. ڏني جي همسان ڏاڍي دل ٻڌجي ويئي آهي. شام جو موڪلائڻ مهل ٻنهي جون اکيون آليون آهن! وري ملڻ جو هڪٻئي کان انجام وٺي پوءِ ئي جدا ٿيندا.

ڏينهن جي روشنيءَ ۾ ڳوٺ اهڙو پرائيتو نٿو لڳي جهڙو رات جي اونده ۾ لڳو تي. هندو چڱي انداز ۾ آهن. جن جي باري ۾ هيٺيون پرائيتيون ڳالهيون

ٻڍيون توڙي ٻڌيون آهن، پر اهڙو ڪوئي پوائنٽو نظر نه نٿو اچي. بالا پولاءِ سادا سنواٽا گوناٽا پنهنجي مستيءَ ۾ مگن، ضمير ۾ رتل سو نظر اچيا!

شڪارپور ڇڏي اچڻ لاءِ مکي وري پنهنجي سوزڪي ڪڍي ٿو. واٽ تي ڪوئي چئيس ٿو، ”سڪو ٽائين نه وني هلنديون،“ ڪوئي چئيس ٿو، ”بس پيرالو گوٺ تي لاهي ڇڏج.“ ايئين جيپ ڀري ٿو ڇڏي. روزاني ڪار آهي، پر اها ڏرمائو لشت ڏيڻ اڄ مکيءَ کي مهانگي ٿي پوي. اڄ وٽ آر. ٽي. او. جي اسپيشل چيڪنگ ٿي رهي آهي، ٻين کان چار چار سؤ ڏنڊ ورتو ٿو وڃي، پر مکيءَ کان سؤ رپيا! هٿ ڇنڊيندي مکي چئيٿو، ”ٻانهي سمجهي ونندس ڪوبڙي جي پٽ کي......“





# ساڌ ٻيلو



سنڌ جي سرمور هن تيرٿ استان جي مهما اپرم پار آهي. اِتهاسڪ، پوڳولڪ چاهي راجنيتڪ اهميت کان ڌارمڪ ٻيلي جي ڪا گهٽ نہ رهي آهي.

بابا گرو نانڪ جي پٽ سريچند بابا سادن جي اُداسين سمپردايہ جو پايو وڌو.

اُداسين معنيٰ مٿي وينل. ساڌن ۾ سڀ کان سريشٽ، واڻيءَ ۽ من کي وس ۾ رکي، دنيا کان اُداس رهي، ڌيان يوگ ۾ نِنڌپڻ کان ٿي رهي مٿين پدوي پراپت ڪندڙ کي اُداسين مٿي سڏن.

بابا دين ديال سنه ۱۷۰۹ ڌاري ڀرين ڀرين درياه جي وچ ۾ ٽڪريءَ تي ڌُوڻي دکائي. روڪڙداس هنن کان ڏه وَرهيه پوءِ گديءَ تي ويٺو ۽ وڏي ٽڪريءَ جو نالو رکيائين 'روڪڙ-ٻيلا' ۽ ننڍي ٽڪريءَ جو 'دين-ٻيلا'.

نه سهو سعيدن جي چرچ-تي ٻکر جي ميرن هنجي هتيا ڪرائي ڇڏي. ساڌن پوءِ به ساهس نه ڇڏيو ۽ هڪ هڪ ڪري پنجن ساڌن هتي ڌُوڻي دکائي پر سڀني جي هتيا ڪئي ويئي.

آخر ۱۷۴۵ ۾ وڻکنڊي مهاراج هتي دائم قائم ٿي رهيو.

ٿانيشور ۾ جنم ورتل هن اُداسين مٿيءَ نِنڌپڻ کان ٿي گهڻا ڪرشما ڏيکاريا هئا. انپورڻا ديويءَ جو ور مليل هوس ته تنهنجو ڀنڊارو ڪڏهن نه خالي ٿيندو. سالن جا سال ڀارت رٽن ڪندي ساڌ ٻيلي ۾ ٿانئيڪي ٿيڻ کان اڳ بمبئيءَ جي مهالڪشمي وستار ۾ ڇهه سال اڳ هن آشرم برپا ڪيو هو. اُتان ڀرين حيدرآباد سنڌ ۾ اچي هڪ سال رهيو هو.

اُتي مهاماري ڦهلي ته لوڪن جي ڏاڍي شيوا ڪيائين ۽ پوءِ روهڙيءَ آيو. ٻن سينين جي ٻارن کي

جڏهن پاڻ ساڌٻيلي وٽ آيو ته هي رمڻيڪ استان ڏٺو وڏي ويس ۾ سريچند بابا جو استان براجمان ڪيائين.

ڪنڊ-ڪوٽي تيرٿ استان جي مٿڻاڪ پربت تي هجڻ جو ورڻن شاسترن ۾ آيل آهي ۽ سون سالن تائين هي استان سنڌو نديءَ ۾ سمايل رهيو. ساڌٻيلا اهوئي استان آهي ۽ گنگا، گوداوري ۽ شپرا جي ڪنڌن تي جيئن ڪنڀ جو ميلو لڳندو آهي تيئن پراچين ڪال ۾ هتي به لڳندو هو.

بابا هرنامداس، پاڪستان تيرٿ مهل گادي نشين هئا. خوب نانءُ ڪمايو هن مهان آتما. دورانديش به غضب جو هو. سنه ١٨٢٥ کان پڪاريندو رهيو ته سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار نه ڪيو، پر ڪوتاه-درشٽي سياستدانن ٻڌس ئي ڪونه.

مهاراج گڻيشداس، سنه ١٩٤٩ کان گادي نشين آهن. ڇهن ڪروڙن کان مٿي ساڌٻيلي جي ملڪيت پهرين ته پاڪستان سرڪار ضبط ڪرڻ جي ڪئي پر مهاراج جي همٿ پيو هٿڻ سان ٽرسٽ بڻائي ويئي.

هرنامداس جي ورسي در سال جون جي پهرئين هفتي ۾ خوب ڇش سان ملهائي ويندي آهي. اسان پڻ اَنڪول سمي تي سکر ويڃهو پيو ڳوٺ پهتا آهيون ۽ اُتان هتي!

ريپبلڪ ڊي تي دهليءَ ۾ جيئن شادمانو لڳو پيو

هوندو آهي ۽ نـوروني ڪنوار جيئان راڄڌاني پيئي چمڪندي آهي، ساڳيءَ ريت ساڌٻيلي ۾ هار سينگار ڪيا آهن. ٽڪري دلهن بڻي آهي، پوءِ ٻلي اها دلهن ٻگهڙ ۾ شل ٿي پيئي آهي.

گرمي ايتري جو هڪ پنو به نٿو لڏي، درياهه ۾ هڪ لهر به نظر نٿي اچي ۽ مٿهان ڪلهاڳس گردي ايتري جو چاهيندي به شرير جو ڪوئي انگ چوري نٿا سگهون.

ٽڪر ٽڪر تي ٻگهت پنهنجي رهي آهي، سيسا ورهائجي رهي آهي ۽ ميلو متو پيو آهي.

جيڏانهن نظر ڦيرِ ماڻهوئي ماڻهو. سنڌ جي ڪند ڪڙڇ مان هيترن هندن کي آيل ڏسي من بود ۾ ٻرجي ٿو وڃي سڀئي مستيءَ ۾ آهن، موج ۾ آهن.

زالن کي ململ جي سنهي دپٽي ۾ به منهن ڍڪڻ اڄ منظور ڪونهي. وڏ-وڏورن کي سامهون آيل ڏسي اَڌ اِنچ ڪن پلؤ نالي ماتر وڌائن ٿيون ۽ وري مٿو ڪواي ٿيون ڇڏن. اڄ هنڪي ڪوئي ٻؤ ٻولو ڪونهي. ساڌٻيلي جو بيت مسلمانڪي راڄ ۾ به 'پروهبيٽيڊ' ايريا آهي، رواجي مسلمان ته ٻري رهيو، پوليس ڪپتان هجي يا ملٽري ميجر، ڪنهن کي به ٻيلي اندر بنا پروانگيءَ پيهڻو ڪونهي!



دستور موجب بيڙي هلائيندڙ ملاح مسلمان آهن. پاڙو ڪجهه به ناهي باقي جنهنکي جيتري شرڌا پئي سو ملاح کي ڏي.

مسلمانن جي ڊانڊل ڪري ڪجهه ورهيه اگ ٽرسٽ ڊاهي سرڪار ساڌبيلي جو انتظام پنهنجي هٿن ۾ ڪنيو آهي. هنوقت هڪ ڳيرو مسلم جوان سنڀاليندڙ گائيڊ، ٽرسٽي سيڪجهه ئي آهي. بيلي جي چپي چپي جي هنکي خبر آهي، شرڌا آهي ۽ ڪن جو ته خيال آهي ته اڳلي جنم جو ڪو ساڌو مهاتما آهي.

بيلي ۾ گهٽائي مور هوندا هئا، هينئر هڪ به نظر نٿو اچي. سنڌ چوڙ مهل مندر جي پٿين تي، پٿرن تي ۽ سرن تي ڪي ڪي شرڌالو لکيل ويا آهن - بابا، آسيس ڪجي ته نئي سئين تي جلد موٽان: مايا پمنا ٽي. گرو ماراج پئج رک: بيرو پت پوکر جو. سريچند بابا جي جئه: داس ڪنعيو تلويچا —

ڪن صرف نالا ۽ تاريخون لکيون آهن: مينگهراج شراف ١٧-٥-٤٨، جئڪشن ٻالچند ٢-١-٤٨، اندرا منگهارام ٢٤-٢-٥٠، پاڳي، سران، مئنا......

انهن ۾ اهڙن لکن جيون جي اُميدن، آڪانکشائن ۽ ويدنائن جو تصور ڪندي ساڌبيلو ڇڏيان ٿو.

# تيرٿ استان





ويد رچيا ويا سندوءِ جي ڪنڌي تي. ويدن جي پنجھتر سلوڪن ۾ وتستا، سوساما، سندو وغيره جي اُستتي ڪئي ويئي آهي ۽ گنگا گوداوريءَ جيان ئي پوتر ليکي ويئي آهي. پر جيئن ته مسلمان هتي سب ڪان پهرين آيا انڪري تيرٿ استان جان تان گهٽ آهن.

'هنگلاج' ديويءَ جو وڏي ۾ وڏو تيرٿ ڪراچيءَ کان ١٨٠ ميل پري بلوچستان جي لس ٻيلي ۾ آهي. رامباغ وٽ رامسر تلاءَ ۽ رام جهروڪو وٽ سنان ڪري، گورک آسريءَ وٽان هنگلاج ياترا شروع ڪجي. پهريون حالت آهي ٥٠ ميلن تي سوميا ٽي. 'راجا رامچندر جا ڪوپ' يعني ڪوه هنتي سٺ آهن ۽ ٻيا يارهان مڪران ۾ آهن.

سوميا ٽيءَ ويجهو ڪاري ڳپ جي ٿهن مٿان ته جمي وڏا دڙا ٿيا آهن جنمان باٽمرادو رکي رکي آواز اچن ۽ ياتري سمجهن ته هنگلاج ٿي ٻولي. اهو آواز نه ٻڌن ته سمجهن اسانجو تيرٿ قبول نه پيو. دراصل جبل جي پاڙ ۾ ننڍا سوراخ آهن جي پري سمنڊ تائين وڃي پهتا آهن ۽ انهن ۾ هوا زور پري ته آواز ٻڌڻ ۾ اچن!

اڳيرو 'اگهور' ندي ٻن جبلن 'چنڊ' ۽ 'وچنڊ' جي وچمان لنگهي. اهي ٻئي دئيت هئا جنکي ديويءَ ماريو هو. ڪجهه ميل اڳتي هاڙهي جبل وٽ ڪشادي غار آهي هنگلاج تيرٿ. ديويءَ جو بت هٽ پٽ ۾ سميل آهي ۽ سڄي بت تي سندور يعني هنگلو لڳل اٿس. اَمبا، اَما، ماتا وغيره ڪري به سڏنس. شوجي جڏهن ستيءَ جي ديهه ڪٽي آڪاس ۾ نڪتو هو ته ڪجهه ذرو هتي به ڪريو هوس ۽ جوتر-لنگ ٻڌجي پيو. جوڳي به ديويءَ کي ڏايو مڃن ۽ مسلمان هنگلاج

ڪي حضرت عليءَ جي دائي ڪري وسهن ۽ ناني ڪري سڏنس. نيپال جا ڪيترا هندو ڪاليءَ جي هن روپ جو درشن ڪرڻ ايندا آهن.

'درگا مندر' ديبل:- عربن ناس ڪيو ته ٻه درگا جو وڏو مندر سمن جي راڄ تائين قائم رهيو. ڪراچيءَ ويجهو ئي ديبل، سنڌ جو وڏو بندر هو.

AROR (ROHRI)

'ڪالي مندر':- اروڙ، حيدرآباد ۽ ٻين هنڌن تي آهي جنهن مان سڌ ٿو پوي ته سنڌي ديوي جي

شڪتي روپ جا اُپاسڪ رهيا. ورڻ ديوتا جي پوڄا پڻ زور ورتو.

'لڪي ذارا' تيرٿ:- گرم پاڻيءَ جي چشمن وٽ شو مندر آهي. اتي هڪ 'ماتا جو گرڀ' نالي سوڙهي دري آهي جنهن مان لنگهندي ڪي ياتري ڦاسي پون ته چون پاپ ڪرم ڪري گرڀ ۾ ڦاٿل آهيون ۽ پوڄاري پئسا وٺي اُتان ڪڍن. جهمپير، همير ڪوٽ، ڪلفٽن وغيره ۾ به شو مندر آهن.

'گورک آهري تلاءُ' ڪراچي:- جوڳين جي گرو گورکناٿ جو استان آهي.

رامديو ٽندو الهيار:- هريجن هن کي گهڻو مڃن. مارواڙ جي پوڪرن شهر ۾ راجا اَجمل ٿي گذريو، جنهن جو پٽ هو رامديو. پوني پرسان جيجوريءَ ۾ کانڊيراءُ جي پوڄا ٿي، جنهنجي شڪل رامديو سان ڏاڍي ملي. چٽرن ۾ گهوڙي تي چڙهيل ڏيکاريل آهي ۽ ٻرڇيءَ سان ماريل دئيت پيرن وٽ پيل اٿس.

هتي ڏائڻين ۽ ڀوتن جو ٺڪاڻو به آهي! ڪالي مندر به آهي جتي چوڏس تي ٻليون چاڙهن. هنومان مندر به آهي جنهنکي سڏن کاڪچوڪ ۽ مندر ۾ رهندڙ سنياسين کي سيتا پادري ۽ لال پادري!

ڀلي ڪري ٻين ڀارتواسين سنڌ کي مليڇ ديش سڏي ڌتڪاريو، پر پوتر استانن جي ڪمي هتي نه رهي آهي.

## ١٠- ھڪيئي ناٽو تہ گھڻو لاڙڪاڻو!

# لاڙڪاڻو

اِھا ڪھني ڪھاوت تہ پٽي جي ڏينھن ۾ سورھان
آنا سچي ثابت ٿي.

’آن، مان ۽ شان‘ ھن شھر جو ڏسي لڳي ٿي نہ ٿو
تہ انجي ارد گرد مٽيءَ سان تقيل، موڳا مٽر منڊا،
ديرا آھن!

رتو ديرو، نئون ديرو، قمبر وغيره مان لنگھي جڏھن
لاڙڪاڻي پھچون ٿا تہ ائين ٿو لڳي ڄڻ پيمبدي بزار
مان الثامائونت روب تي اچي پھتا آھيون!

باغات سان پريل ھي چانڊڪو شھر ڪو ايڏو وڏو
ڪونھي، پر ھتانجي سبز گھٽائي سبڙ دماغ پيدا ڪيا.

رام پنجواڻي، ڪھنچند ’بيوس‘، ھوندراج ’دکايل‘،
ھري ’دلگير‘، پرسرام ’ضيا‘، گيانچند ۽ نانڪ
موٽواڻي، پرپداس تولاڻي وغيره ھڪ طرف تہ خانبھادر
کھڙو ۽ ميان پٽو ٻئي طرف......

گيان باغ ۾ چڪاگو ريڊيو واري گيانچند موٽواڻيءَ
جو پتلو نظر نٿو اچي. پبلڪ ھندن تان ھندن جا پتلا

ڪوڙا سچا بهانا ڪري هٽايا ويا آهن. گانڌيجيءَ جو پتلو به ڪراچيءَ مان سن ١٩٤٨ ۾ جو رپيٽر لاءِ هٽايو ويو ته اڄ تائين رپيٽر تي نه سگهيو آهي!

هند-پاڪ ۾ اليڪٽرانڪ جو پايو وجهندڙ موٽواڻيءَ جي باغ ڀاهران اليڪٽرانڪ شين جا ننڍا ننڍا دڪان سو ڪافي آهن. آمين!

سيرو چوڪ ۾ به ولائتي شين جا چڱائي دڪان آهن. شهر ۾ جا رستا نهايت ئي شاندار آهن. ڪٿي به ڪن ڪچرو نظر نٿو اچي. سيٺو ٻزار، ڊگهي ٻزار چاهي گجڻ ٻر ۾!

ايئر ڪنڊيشنڊ ايئروڊرم اُباٽڪو وينو اوباسيون ڏيئي رهيو آهي.

ڪير سمان سفيد ڪبوتر جبل ٻريان نظر ٿو اچي. هي جبل دنيا جي پراچين ۾ پراچين سڀيتا جو پاسبان رهيو آهيءَ سنڌو ماتريءَ ۾ سنڌوءَ جي ڪيچل جو نگهبان!

فاءِ سٽار هوٽل به هن ننڍڙي شهر ۾ کلي ويو آهي جنهنجو شان بمبئيءَ جي شيرٽان کان گهٽ ناهي.

محل سمان ٻئي جي بنگلي ڀاهران هنجي زال ۽ ڌيءَ جي درشن جي ايلاشين جي ننڍي پيڙ ڏسون ٿا. اڃا تازوئي ته هننکي آزاد ڪيو ويو آهي.

ڏاڏو منهنجو پنهنجي زماني جو ڪافي مشهور وڪيل هو. جمعي تائين لاڙڪاڻي جي ڪورٽ ۾ فوجداري ڪيس هلائي ڇنڇر آرتوار شڪارپور ايندو هو.

چانڊڪا مسلمان جون ٻ ذاليون چانڊيا ۽ مگسي پاڙ ۾ سدا وڙهندا ئي رهن ۽ ڏوهو مگسين جو وڪيل. زن، زر ۽ زمين تي سدا رڳڙو متو ئي پيو هوندو هو. اُصول جو پڪو هو، انڪري پنهنجي جان تان به

هٿ ڏوئٽو پيس. هڪ دفعي خربوس چانڊين سان زبردست ڇڪري لڳس. هنن گهٽوئي ٻيچاريس پر هي ٿس تان مس نه ٿيو ۽ مڱسين کي ڪيس ڪٿي ڏنائين.

نت نيم موجب اُن تي سوار ٿي سير لاءِ نڪتو ته لڇائي ڪري چانڊين اُن کي اُنڙيءَ جو رتو وارو ڪپڙو وٺي سنگهايو، بس پوءِ ته اُن ڇڏائي وٺي ڀڳو ۽ ڏاڙي کي ڪيرائيندو ويو.

ٻنهي ڳوڏن جون ڀڪٽيون ڀڄائي ڏاڏي کٽ پڪڙي.

هڏا نيڪ ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر گوشت جو شورو پيئڻ لاءِ ڏيو، پر ويشنو ماڻهو پنهنجو ڌرم ڪيئن ڀرشٽ ڪندو؟

ايڏين پنهنجي اصولن جي رکيا ڪندي نڌرتا سان جان ڏنائين!

ٻروهي، اوڏ، بازيگر، ٻروچ وغيره ٻه هن چانڊڪا پرڳڻي ۾ ٿين.

قمبر طرف ڪيرٿر جبل جي شاخ جيڪا وڌي آئي آهي انکي ڏاڙهيارو ڪري سڏن جو ساوڪ روپي ڏاڙهي اٿس ۽ ڪيرٿر وانگر ڇن ۽ ڦنڪيءَ سان ڀريل ناهي. انجي چوٽيءَ کي ڪُتي جي قبر سڏن جو هڪ وفادار ڪتو اتي پوريل آهي.

ٻيري جو دڙو، بنگل ديري وٽجهو آهي ته ٻيڙي چانڊين جي ڀرسان جو دڙو آهي انم چون ٿا ته راجا دلوراءِ جو بيشمار خزانو پوريل آهي، اُنکي جهرڪ جو دڙو ڪوٺين.

١١- مهان سنڌو سڀيتا جو پاسبان

# موهن جو دڙو

ڪوئي چئي، ”تنهنجون اکيون ڪڍيون وينديون، ٻڌاءِ آخرين چيز ڪهڙي ڏسڻ چاهيندين؟“

جيڪر جهٽ وراڻيان، ”موهن جو دڙو!“

سالن کان، صدين کان سڪيون آهن منهنجون اکيون ديش جي هن گورو شرنکلا کي ڏسڻ لاءِ.

هن پراچين ۾ پراچين سڀيتا جي کنڊهر جو درشن ڪري اُهي ڍاپجن ئي نٿيون.

هيترو پڙهيو آهي، هيترو سوچيو آهي، هيترو ٻڌو آهي هن استان جي باري ۾، پوءِ به سر زمين تي پهچي نرالو ئي آنند محسوس ٿئي ٿو.

پاڪستان بڻجڻ کان اڳ هتي اچڻ جي ضرورت محسوس نه ڪئي هئي. ايئين به آهي ته گنگا ڪناري رهندڙ پيدا ئي نل جي پاڻيءَ سان سنان ڪندا آهن!

يلا جاتو به ڪنهن تي ته دور فلئنب چاهي آميريڪا جا لوڪ ته هتي آسانيءَ سان اچي سگهندا، باقي سنڌي هندوءَ ڪي پنهنجن بزرگن جو استان ڏسڻ لاءِ به نه ملندو، پوءِ ڪٿي ڇونه هو لاڙڪاڻي ۾ جائو هجي يا ڏڪريءَ ۾!

اسڪئنڊينوين جو نه، هجي ڪٿي ڪنهن رشين يا جرمن جو هجي، جيڪو به 'انڊس وئلي سوليزيشن' تي ڪتاب نڪرندو آهي، سو جهٽ خريد ڪري رکندو آهيان. سر جان مارشل جي ڇهوني ڪتاب جي مهن مانگي قيمت ڏيڻ لاءِ آئرلينڊ ڏسي دڪاندار به اچنبي ۾ پئجي ويو هو!

پنهنجي اکين جي پياس اجهائڻ لاءِ، اهم ڪي ڪاڄ ڇڏائڻ لاءِ انڪانسواءِ ٻيو ڪوئي وسيلو به ته ڪونهي! سندو سپيتا جي مهانتا جا ڪيترا به گيت ڳائي ڏاڍي ڏاڍي ڪرڻ وارو ناهيان!

پنج هزار ورهين سچيو استان تي ٻڌي ايئين محسوس تو ٿئي ته گذريل ڪيترا يگ هن ماٿريءَ ۾ گذاريا آهن. مهان سپيتا جي گورو شرنڪلا جي هڪ ننڍي ڪڙي تي رهيو آهيان سدا!

احساس بلڪل نئون ٿئي ته ڪو سچ پچ پهريون دفعو هتي آيو آهيان! اڳين جنمن جي ته خبر ناهي باقي هن جنم ۾ ته پهريون ئي دفعو آيو آهيان، پوءِ به......

هڪ ٻئي مٿان ست شهر اڏيل آهن. ڪنهن زلزلي تباهه ڪيو، ڪن کي جنگين، ٻر ڳهڻن ڪي سندوءَ ناراض ٿي!

هاڻي ته رهي، ڪافي ٻري هلي ويئي آهي اڳو پوءِ!

گانيل ڳات اوچو ڪري پراڻي گورو گاٿا جا گيت نه ڳائي ٿو، پر حال جون حالتون ورنن ڪندي سر گلانيءَ وچان جهڪي ٿو وڃيس!

جڏهن هند جي ڪوتائيءَ دنيا ۾ جو اِتهاس بدلي ڇڏيو، اُنسان پاڪستان سرڪار ماتيلي ماءُ جو ورتاءُ ڪري رهي آهي! سنڌي آريه هٺا يا دراوڙ انلاءِ ڇو ويهي ماٽا ٻچي ڪيون؟ اسلام کان اڳ واري تهذيب ٻه ڪا تهذيب آهي! اُهي سڀيون سڪٽيون سپيتائون رهن يا نه اُنسان کهڙو ٿو فرق پوي؟

ٽورسٽ کي آڪرڻ لاءِ هينري جو پاڪ ايئر لائين سندو ماڻريءَ جي پبلسٽي ڪري ٿي، اُها ڇا ڪافي ناهي!

جڏهن جڏهن ٻوڏ جو خطرو ايندو، برسات جو پونڊر مچندو، آميريڪن ۽ اِنڊين جي تـه ننڊ ڦٽندي، پـر پاڪستانين جي اک ٻه نه ميڇندي.

وديشي اتهاسڪار دڙي کي بچائڻ لاءِ فنڊ ڪٺا ڪرڻ شروع ڪندا ۽ ديسي سرڪار انهن منڊن مان الوليون ماڻڻ لڳندي.

'اپڊا اجنبي' نالي هندي اُپنياس ۾ هي سڀ وستار سان نهايت ئي سٽيڪ نموني ورڻن ڪيل آهي. ليڪ 'موهن جو دڙو' ڏسڻ کان اڳ ئي پنهنجي ڪلپنا جي قلم سان نهايت ئي روچڪ ورڻن ڪيو آهي.

ڪلو جي صوفن جيئان گلابي ڳـل، نمپيا قـل سمان

سنن، نهايت ئي آڪرشڪ انداز ۾ مڙيل چيلهه واري،
اُڀرجت ڪنڌ ڪمر-پٺو ٻدل، لٽ اُلجهيل، زُلف
گونٿيل، مند مند مسڪرائيندي سندو ماٺو جي سندري
اکين اڳيان ’گريت - بات‘ ۾ ٿلهي ٿي. سڳندت عطرن
۽ تيلن سان ماليش ڪرائيندي نظر ٿي اچي.

چاپٽين ڏاڙهي، نوڪدار ٻالا ۽ ڇهنبدار پٺون وارا
هٿيار ڪٽي سندي ٻووڪ هڪ سگي ڏاند وارو رٿ
راجمارگ تان هڪليندي نظر ٿو اچي!
پيپي ڏاڙهيءَ وارو اڏير، اڏيرتا سان رستو پار ڪندي...



## ١٢- وطن واپس

* * * * * * * * *

لکي ٿو ويس: 'وطن واپس'. پوءِ سوچڻ وينس ته لکڻ کپندو هو: 'وطن مان واپس'!

پوئين ڏينهن من جي ساگر اندر ڪافي لهرون لهن چڙهن ٿيون. جواريانا سمرتين جي ناٽڪ کي ڏايو ڏولائمان ڪري رهيو آهي. رات پر پاسا ورايا آهن.

اگ جڏهن سنڌ ڇڏي هئي ته تر جو به احساس نه هو ته ڪو سدا لاءِ ڇڏي رهيو آهيان. ٿوري وقت لاءِ تيرٿن تي وڃون ٿا، ايئين سوچي نڪتا هياسين ۽ اهو 'ٿورو' سدا بڻجي پيو! پر هاڻي ته سنڌ روپي تيرٿ آستان تي آيو ئي ٿوري وقت لاءِ آهيان. اهو 'سدا' ڪيئن ٿي؟

ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور به اوڏا سپرين
ڪي سنيرجن نه ڪڏهن، ڪي نه وسرن مور

پيرڪيءَ جو اُتي سنڌ واه ڪان موڪلائڻ آيا آهيون. ٿانگو ڪري به اڌ وات تي لهي ٿا پئون. ملڪ جي ملوڪ مٽيءَ سان، ڌڌڙ ۽ ڌوڙ سان پوري ڇڏيو آهي سموري شرير کي اڄ ته!

ڪاليجي جوان جل-ڪريڊا ڪري رهيا آهن واه ۾. اسان به انب وغيره ڪٽي آيا آهيون. گڏريل، مٿل زماني کي نقلي نموني سچيو ڪرڻ!

دانگيءَ روٽي ۽ ساگ ملڻ جو ته سوال ئي نٿو پيدا ٿئي، سو انب چوسي دل پرچائڻ ٿا چاهيون.

لات پوندي، اُن ڀگ ۾، پلين تان ٽپا ڏيندي گهٽي ئي نوڪ جهونڪ ٿيندي هئي. ماڇين واري پل تان ٻانيٽڪي ۽ ڪي پل تي خوب نينگ ٽپا ڏيندا هياسين. پاٽيءَ ۾ ڪلهي گس لڳي پيئي هوندي هئي ۽ اڄ آگرين تي گهڻا جيترا ڀاڻ ۾ حالي حوالي تي رهيا آهيون.

”جنهن هندوءَ جو گهر اسان واللريو،“ هڪڙو چئي تو، ”الاڙي، چا ته ان ۾ ناياب چتر، مورتون ۽ ٽرمي ڪتاب مليا! اسانکي ته سمجهه ۾ نٿو اچي انهنجو اصلي ملهه......... ڪيئو ته توهان ڪٽي وڃو ۽ وڃي انهنجي مالڪن کي ڳولهي ڏيون...“

پيو وري شڪارپور جي مشهور تازن لونڊيبازن جون ڳالهيون ٻڌائڻ تو لڳي. ’هوموسيڪس‘ انگلنڊ آميريڪا ۾ هاڻي زور پڪڙيو آهي، پر سنڌ ۾ اصل کان وٺي زور آهي.

هڪڙو لونڊيباز ’پاجاما پارٽي‘ هلائيندو آهي. هڪ جيتريون ڳالهون مرد ڪنا ڪري اونداهي روم ۾ وڃي پيهنجا هينيان ڪپڙا لاهي اڇڻ لاءِ چوندن، پوءِ لونڊيباز جو ڇوڪرو هڪ زنانو پجامو يا گهگهرو ڪٽندو ۽ هڪ مردانو

سوٽ يا پڄامو ۽ پوءِ جنهن زال-مرد جا اُهي ڪپڙا هوندا تنکي هڪبٺي جي، سنگ ۾ ۽ ٽي ڪلاڪ گذارڻو پوندو ۽ هڪ ٻئي سان ڪيٽري ۽ چيڙخاني ڪرڻ جي ڇوٽ رهندن. پنگ، چرش، ايل. ايس. ڊي. وغيره ميسر رهندي. اڳي انهنکي چولي مارگي ڪري سڏيندا هئا.

پيو وري ريلوءِ جو بامبي مٽڪا هلائيندو آهي. ريلوءِ جو لنگوٽيو يار هو هنجو پيءُ ۽ وچڻ مهل هو پنهنجي جوا جون ٽڪريون هنکي سونپي ويو هو!



اج ته ٽانگي وارو به ڏاڍو لقائي مليو آهي. ڪناري تان ٽانگي جو سئر ڪرائيندي واپس وني ٿو هلي.

”او جٽين شال، هي جنانو تر (زنانو گهاٽ) هوندو هو. مجال آ جو ڪو مردالو اک کڻي نهاري پي... هتان او اصل سڌو رستو لکيدر تي وڃي ٿو نڪري... واٽين جي ڏينهن ۾ رستو ايٽين صاف اُجلو هوندو هو جو کير هارجي پئي ته ميڙ کڻي ۽ هاڻي ته هي سوئر جو پٽ به سنڌ واه جو نالو پڌي منهن کڻي ڦيريندو آهي......“

پنهنجي گهوڙي کي ڪنهن مهل ’سوئر جو پٽ‘ يا ’خچر جي اولاد‘ ڪري ٿو سڏي يا ’شمن ڳڏي‘ ۽ ’ٻيٺو لڳن‘!

”ممبئيءَ ۾ ٻه مينهن ۾ رستا ائين ٿي ويندا آهن!“ آٽت ڏيڻ جي ٿو ڪيان.

”پٽ هٽي ويو— ڪنور ڀڳت شڪارپور کي پاراتو ڏيئي ويو، تڏين ته جاتي سون نڪرندو هو، اُتي سم ٿي نڪري، اسم رب جو، ديوان......“

پاڻ ته روئي رهيو آهي، پر پاڻ سان ڪنو سڄي ڪائنات کي ٻه روئاري رهيو آهي!

هڪ هند ٻيهاري اُنجو اتهاس ٿو ٻڌائي:

ڪٽ واري دربار جو ڏڪو، جتي پباٽي چٽڪاءُ ڪرڻ واري لاري بيٺي هوندي هئي ۽ گرمين ۾ شام جو سموري رستي تي چٽڪاءُ ڪري ٺنڍي سڙڪ ۾ تبديل ڪندي هئي... وڏي گئوشالا، جتي ڳئو ته ڇا، پر اڄ ڳئوءَ جو ڇيڻو به نظر نٿو اچي... چوڏڳي وٽان نظر ايندڙ شڪر پارٽي مندر جا ڪنڊهر ۽ اڳتي بيگاري واه رستو ڪراس ڪندو نظر ٿو اچي. اسان ٻه ٽانگو ساڃي پاسي موڙيون ٿا ته اڳو پوءِ پرمانند پنڊار مان ٻه ٽپندا اچون. جوڳين جي مڙهي، آنڙا، سڳنا مورتيءَ جو آڪاڙو وغيره... ٻچاڻن جا باغ ۽ اکين جي اسپتال ان ٽوائي وٽ ئي آهن.

ساڌن جو مندر ۽ ٻالڪرام مڙهي ڇاهي پرمانند آشرم سڀ سنسان، ويران پيا آهن! جن استانن سامي ۽ جهڙا سڌ پيدا ڪيا، ڪٿ واري ٻائي جهڙا سنت پيدا ڪيا، بيشمار داني ڌرماتما پيدا ڪيا، اُهي هيئن نڌڻڪا پيا آهن.

پرمانند جو وشال باغ بنجر حالت ۾ ۽ ڀينڀار پيل حالت ۾ پيو آهي. ٻيو باغائي اڃا اُنهن هنڌن کي سنڀالي وينو آهي. مهاراج ۽ اُنجا جهونا شش ياد اٿس اسانجو وڏو ڇاڇو ٻه مهاراج جي قديمي شش مان هو باغائيءَ کي ٻڌايم ته هو وفات ڪري چڪو آهي ۽ پرمانند مهاراج، ڪار بمبئيءَ ۾ پنهنجي ڀينڀار ۾ سياري جي مند ۾ اچي رهي...... (تازو ديولوڪ پڌاريو.)

ريلوي پٽن وارو وڏو رستو ونئي ڪاليج جي ٻاهران لنگهون ٿا. چيلاسنگهه سيتلداس ڪاليج اپر سنڌ جو وڏي ۾ وڏو ۽ جهونو ڪاليج آهي. ڪافي گوڙ متو پيو آهي. پوليس بيٺي آهي ۽ شاگردن جي ڏماچوڪڙي متي پيئي آهي. الله ڏنو کي ڪارڻ جي خبر آهي. هو ٻڌائي ٿو، ”ڇورا ڇڱو ٿا ڪن. سرڪار ڪاليج جو نانءُ متي ڪنهن اٿڙي گٿڙي ليڊر جو رکڻ ٿي چاهي ۽ نينگر ٿا چون جڏهن ٻن واڻين ڪاليج کولڻ لاءِ ٻه لک ڪيئي ڏنا هئا تڏهن اهي ليڊر ڪاٿي هئا؟ ڪنهن زميندار، ڪنهن وڏيري پائي ٻه ته نه ڏني هئي ڪاليج کولڻ لاءِ!......“

هوپفل اڪيڊميءَ واري لنبي رستي کان لکيدر لاءِ مڙون ٿا. اڪيڊميءَ جو جنم ڏاتا واڌومل گوڪلاڻي نواڻوي ورهين جي عمر ۾ تازو بمبئيءَ ۾ گذاري ويو. ٽانگي واري کي هن جون ۽ ٻين جهونن جوڳين جون تازيون ڳالهيون ٻڌايان ٿو.

گڏيش باغ وٽ ٽانگو ڇڏيون ٿا. ڏاڍي ايلاڙ بعد هو پاڙو وٺي ٿو ۽ انمان ۾ رڳو ڏيئي چئي ٿو، ”ٻارن لاءِ ٿول وٺندو وڃ...“ ۽ ”جيءُ جيئندن جا ميلا“ چوندي گهوڙي کي زور سان چهبڪ هڻي، ”هل ڙي ٻيڻو لڳن!“ ڪندي هليو ٿو وڃي.

گڏيش باغ ۾ ئي ڪنهن وڻ هيٺان ويهي پنا ويڊن ۽ پراڻن جو اڀياس ڪيو هو ۽ مان دولو، گل، رمضان، ۽ رفيقي سان ونجهه وٺي ۽ لڪ ڇپ رانديون رميون هيون.

زبون حالت ۾ ويرومل بيگراج جي پوٽن جي پريس ڏسون ٿا. ههڙي شهر جا پويان پنهنجي پاڇي کان ٻـ چڙڪي، قدم قدم ڦوڪي ٿا ڪڍن.

ٽيتاليهه ورهيه اڳ ڪلهي تي ميٽائي پٽيون ڪڍي اوجهي ۾ ويندو هوس. اُنجي ٻاهران هڪ هندو ليڊر جو دڪان آهي. هبڪي هبڪي ڳالهائي ٿو. چئي ٿو ”گهرو الجهن ۾ منجهيو پيو آهيان...“ پر مونکي لڳي ٿو ته ٻاڻ کي ساورڪر ۽ مونکي پڳت سنگهه ٿو ڀانئي! پنهنجي گهر کي به مٺلي جي مٺن واري موڙ وٽان

پوءِ اسين پيرو پرڪرما ڏيونتا ۽ شاهي بزار ۾ هڪ هڪ دڪان ٻاهران رکيا، ونڊو شاپنگ ۽ دڪاندار سان هٿ ڪندا ڏيري ڏيري وڌڻ ٿا لڳون. ڪپڙي جي هڪ وڏي دڪان ٻاهران بيهجي ٿا وڃون.

”آمريڪن جارجٽ وٺون ڪين جپاني ڪي. ٿي.؟“ پٽ سان مذاق ڪندي دڪان ۾ گهران ٿو.

سنڌي مسلمان جو دڪان آهي. سمجهي ٿو وڃي ته هندستان مان آيا آهيون. ٿانگي وارو ته بنا ٻڌائڻ جي ايترو به سمجهي ويو هو ته اڄ واپس به وڃي رهيا آهيون! ڪيئن خبر ٿي پئجي وڃي هنن کي؟

ڏاڍو آءُ ياءُ ڪري ٻڌائڻ ٿو لڳي، ”مشهور سيٺ پيسومل وشنداس، ڪپڙا ڪنگ جو هي دڪان هو اصل ۾!“

ڪهڙو نه سنجوڳ! پيسومل جو پٽ منهنجو سڳيو ٿئي. ڪوئي زمانو هو جڏهن پيسومل وشنداس پاڙڪي ڪير سڏائي! ولايت مان سيٺ جي فوٽي سان خاص مهر لڳل ڪپڙو ايندو هو ۽ ڇپيل هوندو هو، ”شڪارپور سنڌ ڪي شوقين سيٺيون ڪي ليئي خاص بنايا گيا.“

جهجهو پاڪستاني ڪپڙو خريد ٿا ڪيون.

پيسا وٺڻ کان هي به جهجهڪي ٿو.

پاسي ۾ ٻئي ٿي. ويءِ جو دڪان آهي. شڪل صورت مان مالڪ هندو لڳي رهيو آهي. پڇڻ تي

ٻڌائي ته هنجو ڏاڏو برابر هندو هو ۽ سو به ٻاجهه ذات مان! هن ننڍي شهر ۾ به هڪ ٽي. وي. روز وڪاميجي ٽي. وي ۽ ريڊيو پروگرامن ۾ پاڪستان اسانکان اڳتي آهي جيترو فلمن ۾ پنهنجي.

گهر ۾ هڪڙو جهور پيو انتظار ڪري رهيو آهي. ڳالهه ٻڌائيندي چئي ٿو، ”اڄ ته خبر پوي ها ته ماتريوميءَ جي مجموعي جي، اصل ڀوَ ٿي، سفر ڪرائين ها ماضيءَ جو. ماضيءَ جو پندار پريو پيو ٿي موٽ پولڻ يار!“

پريل هانوَ سان چوانٿو، ”مهراڻ ۾ چا، مان ته ماضيءَ جي مانسروور ۾ ٽٻيون ڏنيون آهن پائو، پر مت مائٽ، يار دوست سدا ٽوڪيندا آهن ته عميق جي اونهائيءَ ۾ ٻاٽي ويندين، پنهنجي نهاريندين ته پنهنجي اُبي رهجي ويندين... انڪري اڳتي نهار. سروور جي ڪناري تي هنس موتي اُڳلي رهيا آهن، اُهي ڪنا ڪر!“

چوڏهن سالن کان ڪوشش ڪندو رهيو آهيان اڄڻ لاءِ ۽ تڏهن ئي وڃي چوڏهان ڏينهن اڄڻ مليو آهي ۽ اُهي به اڃا پورا ٿيا آهن. پوءِ ڪال ۾ گهٽوئي پنڪيو آهيان ۽ وڌيڪ پنڪڻ سان ڪٿي خود ئي نه پوءِ ٻڏجي پوان!

شام جو نڍيون نڍيون ٻڍريون، چيري، بوري، باداميون، پستا، ڊنگري، ڳچيون وغيره — جدجا هندستان

۾ مائٽ آهن، انهن لاءِ ڏيئي ٿا وڃن. هندستاني ڪسٽم وارا سٽي ڇڏيندا، اهو چاهيندي به انڪار نٿو ڪري سگهان.

ٻڌا ڪنهن ڊرامي، ٻڌا ڪنهن سينٽيمينٽ جي وطن کي الوداع ٿو ڪريان.

سڏ ۾ ڪر سڏن ري، هلڻ رهه ۾ هل،
جلڻ رهه ۾ جل، روئڻ رهه متان روئين
( شاه )

رات ٻڌران اٺ رات جو لاهور لاءِ سڌي ٽرين ملڻي چار ڪلاڪ ليٽ آهي. اُهي پليٽفارم تي ميزبان جي ٻارن سان مٺو گشتي ڪندي گذاريون ٿا. گاڏو ٻ آخرين ٿو ملي.

وات تي وڏيڪ ليٽ ٿي ٿئي. ڪٿي امرتسر جي ٽرين ته گسي نه ويندي؟ گسڻ ڏي! من ان بهاني اُي وطن ۾ وڏيڪ رهڻ ملي، ڀلي پوءِ سکر جي جيل ۾ يا ڪراچيءَ جي ڪاراگهر ۾!

ٽرين ته مس ٽشا ڪيون پر پڪڙيون بلڪل فلمي انداز ۾ ٿا.

لاهور ۾ پهچون مس ٿا ته ’سمجهوٽا‘ اسهڻ جي سايعي ۾ ڏسونٿا. سهڪندي سهڪندي پاسپورٽ، ٽپڙ وغيره چيڪ ڪرائي ڀڄندي ڀڄندي ٽرين پڪڙيونٿا.

ڪسٽمس مان ڪيئن لنگهياسين، ڪولين ڪيئن

پريشان ڪيو، ٽرين ڪيئن پڪڙي اهو سوچي اڄ ٻه وار ڪڙا ٿي ڦـا وڃن. جي نه پڪڙي سگهون ها ته اسان سان تـه جيڪا جـن ٽيٽي هجي ها سا ٿئي ها، پـر اسانکي نـه ڏسي بمبئيءَ ۾ گهر وارن جو تـه اڌ ساهه نڪري ئي وڃي ها!



سرگ جي ياترا جو انت ٿو اچي! ڪير ٿو چئي ته
صرف يڌشٽر ئي جيئري جاڳندي سرگ پهتو هو؟










लाड़काने की बिल्डिंग





حَسين حيدرآباد ۽ هيرآباد جو گل
ڳوٺڙو ڪَلاچي، اَڄ ڪِروڙها لوڪَن جي ڪَر
جَبري جوالا جَلائي جيڪب آباد ج
سَکَر سُونهارو، روئي ٽي روهڙ
ٻَکَر ٽُکيو، اَلوَر اَڪيلو، سَنتَن جو سا
جانباز حُرَن جو، پيرڳوٺ پيـ
دَمادَم مَست قلندَر، لعل شَهباز
ٺٽي جو ٺَٺ نيارو، اُڏيرو لال ڏ
لُڏَڻ لاڙڪاڻو، شاعرن جو سُندر آ
مَهان سِندُو سِيتا جو پاسبان، موهَن جو
سَرَ سان سَميٽيل، سُرڳ شڪا